
PARMANAND GHANSHYAMDAS
PRIVATE LIBRARY
Book No. 116
BOMBAY-77

# آواز

(کیرتھا پستک)



۱۹۸۰

کیرٹ بسنی

# AWAAZ

TIRSHA (Series)

By

**TIRATH BASANT**
6-684 Lodi Colony,
NEW DELHI-3.

Price Rs. 10-00 1980

Printed by Shri Jethanand B. Lalwani, at Bharat Jivan Printing Press, Shop No. 1, Block No. 11 Navjivan co-op. Houseing Society, Lamington Road, Bombay-8. Phone 375993 and Published by Shri Tirth Basant, 6-684 Lodi Colony, New Delhi-3.

# ليکڪ جا ڇپيل ڪتاب

١. ڇٽڪون
٢. جواهر جيوني (٣ ڀاڱا)
٣. چترا
٤. ڪنور
٥. وسنت ورکا
٦. ساهتيه سار
٧. ڪلچر
٨. ڀرڪتي
٩. اتهاس درشن
١٠. جيون جوت
١١. سچ ڇا هي؟
١٢. ميران (ناٽڪ)
١٣. گانڌيجي (٣ ڀاڱا)
١٤. لاڏلي دلي
١٥. آواز (ڪويتائون)
١٦. ساهتيه سرج
١٧. خوشبو
١٨. سارنگ
١٩. فائوسٽ
٢٠. مهاڀارت جو سار
٢١. انٿوني ڪليوپترا
٢٢. هئمليٽ
٢٣. آٿيلو
٢٤. ”سنسار“ (ون ائڪٽ ناٽڪ ۽ آڪاشوڻي پروگرامن بابت)



شريمتي چندن بائي هيرانند ميلواڻي

# اڪيلو - اڪيلو!

اڪيلو اڪيلو
هي وهڙ وچيرو
هي ڇورو ڇنيلو
هي هوڏي هنيلو
نہ حيلو وسيلو
نہ ڪڙم قبيلو
نہ گرو نہ چيلو
ڇڙهو ڇبيلو
آيو ڪٿان - ڄايو ڪٿان
هي نرآذار فيلو؟

هيءَ دنيا دورنگي
جت هو چال ڏنگي
ڪرت ڪار گندي
نہ ساٿي نہ سنگي
جيون نروار ننگي
اڻاڳي اڍنگي!

ايندي اوچتي آندي
پَنهنجي ويندس لانڍي
ڪارانجي ويندس سانجهي
هاءِ، ڇڙو چانڊ پانڌي

دلڙي تيندس ماندي
ليندس ڪون ڪاندي
آيو ڪتان - جايو ڪتان
هي رولو رنگيلو؟
انهيءَ هُرڪُر ۽ اُٺ ٺٺ
ٿڙ ٻڙ ۽ پٽ پٽ
ڪيو آهي بيقرار - جهونو اسانجو يار!
(٢)
لاشڪ آءٌ اڪيلو آهيان
جوئي آهيان، سوئي آهيان
نڪي هي نڪي هوُئي آهيان
آءٌ رڳو آءٌ ئي آهيان.
ليڪن
اڪيلو هوندي اُسنگ ناهيان
ننگو هوندي بي ننگ ناهيان
بو بيزار ۽ تنگ ناهيان
ناهيان احمق، پاجي، اڙبنگ
ڦوڳو ڦڪو، رڃي اُمنگ
موڳو، مڇو، بيرنگ
ساٿي سنگي اٺ هزار
سهڻا سهڻيون اڪيچار
دم ساز، هم آواز، هم راز!

جي روح اندر رواني آهي
ساھہ سڳنڌ سبحاني آهي
نہ ھوڪو ٻل لاثاني آهي
ھيءَ ايڪانت اڪيلي ناهي
ھيءَ ڪا پرم پولو پرانتي ناھي
ھيءَ شانتي مها ڪرانتي آهي!

(٣)

ڀڄاڻا

دُلي من تو کھڙا ماڳہ
وندي معدي وچتر ڀاڳہ
تو جوڙي کھڙا لاڳہ چاڳہ
وٺو ٻڌ سندس رھڪت راڳہ
پل نند ھجي کي جاڳہ
لاشڪ لوڏو آهي ٻي واڳہ!

ھن چمت اندر تو وسي برھمانڊ
وڪاس وناس جو سورہ چانڊ
يڪايڪ جو ھڪرم ڪانڊ
تا ڪابار اندر ڪائنات جڙن
ديس ڪال جيئن مرن
پربت پھاڙ ساگر اٿلن.
لاشڪ دنيا فاني آهي
لڳائڻ دل ناداني آهي

نسورو هرج ۽ هاڃي آهي
ليڪن موت ڪا ڪايا ڪولن ناهي
سلسلو سو جوشي اُدم ناهي
بلڪ آيوءَ جو دم انتم آهي!

(۴)

هرڪو جيءُ آهي جنم کان جڪڙيل
ايامن جي پڙن ۾ گهومائيل
آد کان انسان آهي سوريءَ تي سوار
پيو وهي ڳهي، نباهي لاچار
نچوئي ڪيئن زهر مان امرت رس
آجيت اچا جو ماڻي جس
نڪري خوديءَ مان ٻاهر ليٺو پائي
ڪڏي سوڙهه سينو وشال بڻائي
پيرن تي ڀيهڙ جي همت ساري
پڌهنجي بيڙي پار ٿي تاري
ڏري ٻار ۾ ٻورن وشواس
رهي اڏول منجهه آس نراس
بڻجي تندرست، طاقتور، خوددار
جهلي پاڪر ۾ سڄو سنسار
اُسريل منش جو هرڪو پل
آهي خوض خفت خيال اجهل
ويچارئي آهي انتم آڌار

نو نوماڻ جو سرجڻهار
اڪيلائي جهڙي ڪانهي ڀڪتي
جلندڙ جڳہ اندر مانڪ مڪتي!

( ٥ )

هي ٻراٽي جو سُتو پيو آهي
سوچ ڪيڏو ٻُجهہ ٻُتيو پيو آهي
گويا منجهيل وڏو وڻيو پيو آهي
هڙاپا لوٿال لٽيو پيو آهي
نيويارڪ ٽوڪيو ڏٺيو پيو آهي
بلڪ سمورو اتهاس رچيو پيو آهي!
منجهس آهن صديون سمايل
اَڪٿ لاشن ڄا ڍير دبايل
صدما سور سوين سهسايل.
اُتي ٻيڙهين جا ٻير پيچاڻ
ماڻهوءَ جا ڍڪر ڍومائون ڄاڻ
لهہ انوکي عظمت جا اهڃاڻ!
هي پهاڙ جي سيني ۾ سرنگهہ آهي
اُجهاڻل آگ جي ڪا چڻگ آهي
نهايت عبرت خيز اُمنگ آهي!
هرگز اڪيلو ناهي اِنسان
ٿر ٻر ٻونو ريگستان
هو آهي سرجڻهار سجان!

## دنيا جو سَفر

اي دل،
اچ ته دنيا جو سفر ڪريون
سفر ڪريون - سفر ڪريون!
پهچون اُت، جت نهايت ننڍڙا
نهايت ننڍڙا - ننڍڙا.
دُوربين کان دُور دُور - رسي نه جت اسانجو شعور
ذري ۽ کان پري پري - جت برهمانڊ پيو ڀري ڀري
جت ٻيج ويگ پرڪاش - انت وڪاس وناش
گرم گئس جا قرموت چڪر - مهاسورجن جا پيدا ٽڪر
گگن گولن جا گهومات - وڄلين جا شرڙات
آهن گردش ۾ گردان - پالهي پولار ۾ پريشان
پالهي پولار ۾ پريشان!

۲- اي دل،
اچ ته دنيا جو سفر ڪريون
سفر ڪريون - سفر ڪريون!
جُڙي هجين تون مون سان - مان توسان
تون مُونسان - مُونسان
پهچون اُت جت ڪو سرباز نه رسيو -
نه ڪنهن جهاز لنگر هنيو
جت آسمان زمين ٿي ٿو جهلي پوي -
ڪيس وشال هردي ۾ سمائي ڇڏي

جت آذيءَ رات جو تو سج چمڪي -
اُشا عطلس جو ٽي ويس پهري
جرڪن تيون جت زر اخشان فضائون -
شرڙات شاندار، برقي هوايون
جت سرد چوٽين جو گهمسان - اُجاڙ پٽ، سُڃا سنسان
برف جا طوفان، يخ جا ميدان - وسيع بر بحر ويران
جت سيل جا ليٽڙيل ڏڪ - وسوڙل مهانڊا، تيلهر بدن
گانءِ جهڙا گگدام مهانڊا چون - هليو آءُ، هليو آءُ
هليو آءُ!

٣- اي دل،
اچ ته دنيا جو سير ڪريون
سير ڪريون - سير ڪريون!
جڏي شهري گوڙ گهمسان - ڏپ دونهين سان ڪارائيل آسمان
ڀڇون اُس
جت ڏرليءَ جو ڪرنگهو وروڪڙ - ڪڙلش ڪڙڪنڊگا شڪر
آڏسرا لڪي، اوچا جبل - پربت پهاڙ ڏولاگر
سرپ جيان سرندڙ ڏارائون - تيز وهڪرا، نيل گنگائون
چيل چنار، لمبا پاپلر - رمٽيڪ آستان، گهاٽا جهنگل
بن معش، پالو، بگهڙ - لامائن جا اوچا مٺ مندر
جت
ان اُجهايل روح جا اشتياق ارمان - آنڌ مانڌ، اُلجهن، جولان
اوجل ياڪ ۽ آراڌنائون - اُٽ ترٽ، اُيرڪا، اپلاشائون

اجائي اُڪير، امر اُنساهه جا ترنگ -
جهوٽي جيان اُڀرڪندڙ اُمنگ
روح جا اڪت اونها اُڪنڊ - ڇپ جيان گهٽ اوسر جا انگ
اگيات جا چت اندر وراڪا ونگ -
اُٿن تا وشو سان سنگ اڀنگ!
اي دل
اڄ ته دنيا جو سير ڪريون
سير ڪريون - سير ڪريون!

## سوشڻي!

تنهنجي گود ۾ جيجل جو پيار مليو
جوڀن جو خمار، نو بهار مليو
خوشدل خوبرو يار جو ديدار مليو
قرب ڪمال، دل جو قرار مليو
مليو سرخ خون جو ڇلڪندڙ جام
لوچ لوچ، جيون سَنمان
اڻ وري لذت جو لذيذ ارمان
خدائي اندر خوديءَ جو گمان!

(٢)

ڏسي زندگيءَ جون رنگين راهون
زرق برق روشن فضائون
سرور ۾ ڪڙيو ڪمل

شانت چت بڻيو چنچل
هردي اندر ڇڙيون هوائون
رومانچ رمٽيڪ، تيز تمنائون
سرخ خون بڻيو شئمپين
شيرين، شورانگيز نازنين!

...

## آءُ شاعر ناهيان

آءُ شاعر ناهيان، شعر چوان - رمزون روح جون راز سليان
نڪي آهيان انوکو خيال - جلوه جمال لازوال
شُعلو ناهيان شعاعُ ڪري - اونده منجهه ٻيان مشعال
يا اجاڙ ۾ اُس جهڙي - چنڊ جيان ٻڌجان روشن چراغ
اُڏري نه جاڻان هنس جيان - برف باران مان پوان پار
اُڪري وڃان آڪاش اجهاڳ - ووڙيندي ڪي نوان ماڳ!

( ٢ )

اَلاءِ ڪنهن جو دل جو چشمو ڪهي ڇڙي - ويران چمن آباد ڪري
ڪيمن هيءُ سڄ سيراب ٿئي - ڦڙ پانگ برُ شاداب ٿئي
هن گُهٽ بوسات اَندر - تو وياڪل من مسارڻ ٻڻي
ياوڪ هردو رِنجهي ڪنجهي - هيو وهي ڳهي سرد ساه ڪڍي
لاشڪ ناهيان آءُ عاشق مزاج - تاڻي تند، سوريان ساز
ڇيڙيان جوڳ ملهار تِلنگ - جرڪي جند اُپري اُمنگ

( ٣ )

ڪاش هجان شهباز قلندر - اڪبر اعظم، سرباز سڪندر

زلزلو، طوفان، سمندر - شاهين گڙنگ، باغي شاعر
قدرت جا اونها راز لهان - گرهہ گوچر جا سٿر کريان
( ۴ )
چڙهن ڪَرڪَ مٿي ڪئين غبار - ڪارا ڪڪر ڪارونيار
نَهن ڊهن انيڪ آڪار - پولارِ اندر پَوَنَ پسار
ائين سُتل شاعر ڪَرُ ڪٽي - هستيءَ جي هُبڪار ٻٽي!
( ۵ )
ڪا ڪا ڪَوِتا آهي اَنتر ڏِيان - پهنجي پاڻ سان رُوح رهاڻ
وياپڪ درشٽي جو نيمان - سُرت نرت جو نؤنرماڻ
اَيلا شا اونهي ڪُل ڪلياڻ - رهي سرهو جڳ جهان
منش ٻٽي پُرش مهان - سياڻو سندر شڪتيمان
جو اَنبياءَ ايامن جا ساڙي چڏي -
ورق اتهاس جا ڦاڙي ڇڏي
واڳ ورڌاتا جي واري سگهي - پاڻ ٽري، جڳ تاري سگهي!
( ٦ )
اڄ ڪو ڪو شاعر هو پيغمبر - آواز اَگم، رازدان رهبر
هومر، وياس، شيڪسپيئر - ملٽن، گئٽي ۽ شلر
شاعري سڪٽي بيت بازي نہ هئي -
سرجوش للڪار، جانبازي هئي
شاعر هو حبيب طبيب - دوا درد جي، علاج اڪسير
جنن آندي مان گند ڪڍي جلاب -
تن هن ڪيو قلب صاف شفاف

جنهن پڙهيو ميران، ڪبير، سوُر -
وڌيس ويساه، تيس ڏک دور!

( ۷ )

چالو ڪويتا گيتا ناهي - اَنڌي يگ جو انڌڪار مٽائي
نڪي آهي سُک - مئي سُڪدام - ڪَشتَ نِوارِ، مَنَ وسوارِ
منهنجو سوُنهون موُن ۾ آهي - جنهن اندر تو جوت جڳائي
واه جي يار تو موج مچائي - خفت خوض خفقان بچائي
وڃان مٽائڻس آءُ بلهار - اُئگ سنگ سهائي، جنهن جيئار
سندس ڪُفر خود ڪِرانتي آهي - باقي وادوواد پرانتي آهي

( ۸ )

جو سُڌ بُڌ تي ليپ لڳائي - دوها دهرائي پيو دهرائي
ڏرنيءَ تان اک ڪڍي نہ سگهي - هلي چليءَ ۾ گبي پوي
جَرِڪي هِڪي وِڪہ ڪڍي - ڪجي ڪامي ڪوهجي وڃي
ڪيڙي جيان ڪِنَ ۾ سڙي سڙي -
وڃي ذري ذري سُسي مُسي
سو وِس جا وهڪرا ڪيئن پسي -
جُڳ جڳانتر ڪيئن ڪٽي؟
شاعر هرگز نہ ٿئي ذليل - خسيس احمق ۽ ابليس

( ۹ )

ڪَونا آهي جُڙَ ورڌ آڪرمڻ - جنهن اندر جوالا جو پرڪڙ
ڪڙهي ڪڙهي جلي پوڙ - اوچتو لاوا وهي جُڙڻ
من اندر مانڌاڻ مَچڻ - دور دور جا ڏيس رَمڻ

پنهنجي نرالي نُور نُورڻ - رنگ برنگي اوج اُٽڻ
شعرِ روح جو رقص آهي - وجداني فضا جو عڪس آهي
بکي منجهانس هيبج هلاس - آس نراس ۽ چِت اُداس!

( ١٠ )

چونڊا اُهو زمانوئي گذري ويو -
اڙي، اُهو ماڻهوئي مري ويو
هاڻي ڪير پڙهي شاهه، شيلي، جِبران -
رومي، حافظ، عمرِ خيام
اسانجو ابو گدڙ، ماءُ لومڙ آهي - هرڪو باندر، سوُئر آهي
انهن مِرن جي هرڪا ريهه - جهڙو پولسن جو نج گيهه
وِچي ڪنبري ڪاسينو ۾ نچ - سغلسِ سوزاڪ سان سڙ پچ
چِرن سهڻي نانگڻ جا چُم - جيب ڪُتوءَ کي مرشد مڃ!

( ١١ )

اسانجو من تو نيو يارڪ وسي -
شامپ ابلسي، هائيڊ پارڪ ڏسي
لڳي هرڪو هپي جاڙو پاءُ -
اٺون L. S. D. سان دلي لڳاءُ
هجي ڪاجاز بئنڊ، راڪ ۽ رول -
نئو وٺي اوڙيسيءَ جو مدرا مخول
ڏسين نئو جيون آهي ارت هيڻ - ڪوڪلو ٻُدبُدو، ڪڻ ڪيڻ
ڇا لاءِ تو پاڻ ڦُسلائين - گهيرت ڪائي، مت منجهائين!
پڙهه نيبو ڪووءِ لي ٽائي پو - ماڻي ون هي پاسنگ شو!

( ۱۲ )

هاڻ آهه اهڙو سمو بڻيو - هر ڪو ڪنوات آهي ڪوي بڻيو
جو انگڙ ونگر انبدا پري - پٽ ني پير نه ذري سگهي
ڪيچو ڪچري ڇبي ڇبي - بي بي ء جان پيو بڙي ٻڙي
ڪو پور ڀڪو، دال دُڪو - گول گپو، چانهه چڪو
ٽڙڪو پڙڪو، ڇنڪو سنڪو - سگريٽ سوٽو، نعد جو جهوٽو
آهي اوچي علم جو اظهار - هوش گم، عقل اجاڙ!

( ۱۳ )

هاڻي ڪلا رهي ٽيڪنيڪ آهي -
ڪوي سچ جو ساڌڪ ناهي
نڪي آهي سونهن جو سرجڻ هار -
سوچي لوچي نئون سنسار
هنجو لوسان مونسان ڪو لڳ ناهي -
اٿان اڌار اُبتو ڏڄ آهي
جو جڙلو عشق جا پور پچائي - سوٽا هٽي سِلهه پرائي
سمجهي وٺشا جو وٽاڻ - آهي عبرت خيز پرستان
آهي اهو ڪوي مهان مهان - آڌونيڪ جو شان مان!

( ۱۴ )

ٻار، ڪويتا ۾ ڪمائي ناهي - اجائي مغزخوري، ڇسائي آهي
پل ڪو ٻاڻ قسدائي، لوڪ قسلائي -
ٽوٽنيون ٽوڪي، پوز بڻائي
جُٽ وٽي، ٽاهوُ وجائي - جهمر هٽي، گهومائيون ڪائي

جنهنکي جئن وڻي تئن ڪري - ڇانگي جهڙي چال چلي
وڦلي جيڪي وڦلڻ چاهي - زن مرد ڇوٽ ڇڙواڳ آهي
هرڪو آدمي آهي لاثاني - اوپي، لچ، ڪميڻو، ڪامي!

( ۱۵ )

ڏس، ڪيڏو آهي گوڙ گهمسان - هرجا ڪِرڻ مَرڻ امڪان
ڇهراسپ ڇپجي ويا آهن - نڪ چپ ڪن ڪَٽجي ويا آهن
ٻوريت ڪيا سڀ بيحال - ڪلارڪ، ڪولي ۽ ڪنگال
هتي هل هلان ۾ فرصت ناهي - سگريٽ سونوئي غنيمت آهي
جيون ڪُٽڪو اڌڪو آهي - ساهه ڪٽڻ ئي سڌڪو آهي
اُت ڪَوي ڪيئن ڪَرَ ڪٽي - گمراهه جو رهبر هٽي!

## بادام جو گل

اڄ ساوڪ تي ليٽي
آڪاس ۾ رولاڪ ريڍن جهڙي
ڇيڳري ڇت وني ۽ ڪي
ريبڻ خاطر
پاڪيٽ بڪ ۾ درج ٿيل
ڪي ڪويتائون نظر ۾
ڌ ورقن مڌجهاران
بادام جو سفيد گل
سرڪي اچي
سيني تي ڪريو.

(۲)

عجب
انهيءَ ننڍڙي گل جي
زرد چت نہ لٿي هئي
نڪي منهنجي قلب مان
لبريز جي سرديءَ جي سڪ
گويا گل ۽ سيئات
هم ساز ٿي ويا هئا
۽
مجهن سمائجي ويو هو
اداس، اونهو، اڪيلو اشتياق، جو
روح جي صحرا ۾ لسرڻ لڳو هو.

(۳)

آلا، شفق جي شعلہ زنيءَ جيان
نڪي سونهن جنائي ٿي ڪري
نڪي نصيب نيبھ ٿو رهي
مگر رهجي ٿو وچي سنيھ، جو
قلب بيقرار، اڪ آبدار ٿو ڪري.

(۴)

شايد سرش جي گلن جو
شراب جي سرهاڻ جهڙو گرم سورس
سانيڙ جو رنگ هئي

سيئات سان سنيهه جو
جذبو تو جيئاري، ۽
آءُ اندر ۾ ٿي جهڄندو تو وچان
ڀاڪر ۾ ٿي ڪوهبو پيو وچان!

## انڌيري رات

هي دهشتناڪ انڌيري رات
اَجهاڳ، اَڳاڌ، سن سنات
گُنگ گگن، گهوري گهبرات
آڌير من، اَلجهيل خيالات!

(۲)

هيءَ تنتل ڌرتي، لڳَ اوساٽ
مُونجهه موڳائي، گُهٽ ٻوساٽ
بت بي چئن، روح بي تاب
ڪُرڪي ڪنجهي ٿي ڪائنات!!

(۳)

ڏسي هي اَنت اَنت انڌڪار
ونڙيل ڦهليل، رولاڪ غبار
اَڇيت چيڙيا اَڪيات آلاپ
سُتل سانير جا اَڳالل راڳ!!

## سُوريہ شڪتي

سُڻ سچ جو آواز!

( ١ )

هي گنبذ جهرو گگن وشال - اَسيم اَجهاڳ خال ئي خال
تيج ويڳ سند و سنسار - جگ مگ جوتين جو اِسرار
پولار اندر پرڪاش پسار - شونيہ اندر سرشت اَپار
آدي انت پوت ڪال - نراڪار جا اَسنک آڪار!
ذرّي هيليم هئڊروجن جون جهرون -
اليڪٽران پروٽان جون اَچلون
گرم گرم گئس جون ڇرون - بجليءَ جا وراڪا اُٿلون
ڪرڻن جون ڪوسيون ڪوسيون ڇميون -
آهن ذرتيءَ کي گرپيت ڪرڻ جون اُڇلون
ڏس، ڪرڻ ڪرڻ جو چمتڪار - پرڪرتيءَ جو جوڙ جنسار!

( ٢ )

جڏهن تورو آڪاس اَکري - انڌڪار مان سِرکي نِڪري
منجهان ريت ڪنڪر ڪرڻ ڪرڻ -
تو جڙ جزي ۾ جاڳائي جيون
ساري جڳ جا جيو جنتوُ - سرشٽ جا سمورا انگ تتوُ
هٿ چپ پير جي بڻت - مغزي مانڊاڻ جي وچتر گت
آهي ذرليءَ جي دز ۽ ڪرڻن جي ڪرامت -
ساموندي پدارٿن جي انوکي ملاوت

اهائي جوڙي ٿي سهورو ماندارڻ- وڻ ٽڻ ٻوٽا، حيوان انسان
ڪرم ويرُ سورما گيانوان- ڪامي ڪميڻا شر شيطان

هي سڀ آهي ساز- سڀ اُنجو آواز
اهوئي آهي سواس، جڳ جيون جو!
هرڪو لتل ٿرو رو ٿو تنواري-
پرڪرتيءَ جا وڪرال وار سنواري
هرڪا ڪوئل جي پڪار، ٻولڻ جي گنجار، ساوڪ ۽ وڏڪار
ماءُ جي هنج ۾ پيار، جوانيءَ جو خمار، حسن ۽ هبڪار
جيون جو رس چس، سونهن ست جس
نراڪار جا انيڪ آڪار- ارڪا منڊل اڪيچار
آهن سورج جو چمتڪار- مهما جنهنجي اهم پار!

( ۳ )

ڏس، اٿو ٿي آهي منوُ- برهما، شو، وشنو
اليڪٽران، پروٽان، نيوٽران- ڪرڻ جو ٻيج ۽ تاپمان
آهي رومي، شيڪسپيئر، وڏشر پان-
گوتم ڪرست ڪروڙانڏان
ڪرم وير، ڌرم وير، سوروير- سرسوتي ساوتري ستياوان
بندوئي آهي اهم ايمان- سرو ساڪي سيم سنمان
شَرڌا ڀڪتي، آتم گيان- منتري! گايتري، سرو ڪلياڻ!

هيءَ ڪائنات آهي ڪڻ ڪمال
جرڪي جنهن سان گگن وشال!

## الپ ڳجهه

زندگيءَ جا صدما سهي
ارادي جي اُجهامندڙ وٽ سوري
نپبو ٿو وڃان
ڪو الپ ڳجهه لهندو ٿو وڃان.
مستڪ ۾ ڪلپنا جو وِمان
سمي جي اَروڪ رفتار رهنئي
زمين لي مايا روپي چل چٽڪاريندو ٿو وڃي
گويا رُج سُبج ۾ مانسرور پيو چلڪي
هردو پيو هرڪي!
آءٌ ڇا ڄاڻان
جيون رهسيه ڇاهي؟
ليڪن وهنواري وقل ۾ سرگردان
اي سوچوان شريمان،
سمجهه جي سوجهري سان جيئڻ جو جوهر جهڪو نه ڪر
اها جاڻ کهڙي
جا اُلساهه جي آڳ اجهائي
ساهس سرد ڪري!

## سهڻي آسونهن

هنجو ميڪ اپ
سندش سونهن سوائي ڪري

ڪرڻ جي ڪامڻ سان تو چشمڪ هڻي
مگر
ننگو حسن، بي نقاب جسم
آهي وينس جهڙو لاثاني
اگر
بت هجي عاج جو
نہ هڏي ۽ ماس جو!
ليڪن
مونکي وڻي ٿي
ميري لباس ۾ هنجي سهڻي آسونهن
اِها ڀاڻ کان غافل
اڇيت، اُبوجھ عبرت
جا بنا چُرچ
سيني اندر پيهي
ڪو سارنگ ٿي سوري!

## ويچار جو مچر

منش هردي اندر آهي
اَٿاه ڪوُڙ جو انبار، جو
اڻ هوند ۾ آس اُپائي
من تي مسڪر تو لڳائي، تہ
اندڪار ۾ اجالو ايندو، حالانڪ

قيامت تائين ٻڌيءَ جي اُنت نہ ايندي
نڪي دکي دنيا سرڳ بڻجي پوندي!
نيڪي خود ٻڌيءَ جو امولڪ ڦل آهي
دکي آتما ئي سک جا سپنا تي لهي، ۽
بيوس ٻندوئي ٻاٽکي وڏي وس وارو پيو ڀانئين،
شايد سنسار اندر ڪو خاص سچ ڪونهي
يا سڀڪي آهي سچ
سمورو سنسار آهي سچ!
(٢)
من اندر انيڪ ويچار
ميرن جيان پوُن پوُن ٿا ڪن
هرڪو آپي آپ آهي
پنهنجي جاءِ ٻاڻ آهي
ڪي انتم ستيہ جو آياس
اَمَنُشي ڀاشا ڏئارا ٿا ڪرائن
سمجھن ٿا سگهي سوچ ڏئارا
جيون رهسيہ جو سچ سِڌِ ڪري سگهبو
ليڪن هستي آهي هڻڻ
پنهنجي اک سان ڏسڻ
پنهنجي نڪ سان سنگهڻ
پنهنجي جڀ سان چکڻ
پنهنجو ٻاڻ اصلي روپ ۾ پسڻ.

(۳)

اسين اُڏارن وڇارن ۽ اُڏارن پاون
اُڏارن رسن ۽ سوادن تي هري ويا آهيون
اسين پنهنجي شڪل مان
تُهي اهڙو عڪس ٿا ڏاهيون، جو
اسان لي ننولي آهي يا اسين انجي ننولي آهيون.
جنهنڪي پنهنجي اصلي صورت ڏسڻ کان عار آهي
تنهنجي چت جي درسني ڏنڌلي چٽبي
هن سنسار اندر ڪو جيون ناهي
سواء جيڏري رهڻ جي
پنهنجي روپ، ڪروپ، سروپ انوسار
اهڙو سوچ جو بنيادتي سچ ساڪيات نه ڪري
سو پاڻ کان تُهي، پاڻ کي ڏيڙڻ ني چٽبو!

## اِنساني عظمت

گانء جي پرپور ٿڻ جهڙن
ڇهچ ساون ڏڙن لي
سرخ گلاب جي پرم
بار پوپٽن جو پيچو ڪندي
بودلي بوي جيان ٿا نيڪن
بوگين وِلي جون خوش نما شاخون پڻ
واءُ ۾ وڪوڙجي جهمر ٽيون هڻڻ

مٿان ميرانجهڙو ڪڪر
سِيرَ ۾ ڪشتيءَ جيان
لڙهندو ٿو وڃي
تانجو
آفتاب جو خوني شعاع
سنجها جي شانت تي گلال چٽڪاري
ميرڙا مهاندا
رَت ورنا ڪيو وجهي!
پوءِ
جئن لال قلعي جي پٿ
خواه مسجد جي منار
ڏنڏلي تيرڻ لڳي ٿي، ۽
پکي چه ٻو، ٻه ٻو - چه ٻو ٻه ٻه ٻو
ٽررر - رر - ٽرر - رر ڪندي
آکيري ڏي ورن ٿا، ۽
آڪاس
شهنائيءَ جي ٻرٻان ايندڙ
شو ڪانتي آلاپ سان لرزان لڳي ٿو،
۽ بدڪون تلاءُ مان نڪرن ٿيون ته
آءُ به
سائي گاه جي پلش هيٺ سنتل
ڌرتيءَ جي اَشانت آتما سان الوداع ڪري

واپس ورندي سوچيان ٿو
انساني عظمت جو ڪهڙو بقاءُ؟
نانءُ ناموس جالي ته جمعا هوند اُلو وهي، ۽
ڪاري رات، گدڙن جي
پريشان پريتن جهڙي پڪار عيوض
جواهر جي جهڻ جهڻ سان
گونجي اٿي!

## چپ چپ

چاهيان ٿو
نانگ وانگر ڪل لاهي ڇڏيان
من کو تازو ته نڪري اچي!
ليڪن
هن موڳي معدي ۾
خشڪ مغز جا خام خيال
ڏرٽو ماري ويٺا آهن
مان
اهو ڦڪو ڪانو چوسي چوسي
بنهه ٻرُ تي پيو آهيان
بلڪ اڃا ٿي
ڏيندو وڃان ٿو
سڪٽي چپ چپ

جنهن ۾ نڪي ساءُ نه سواد
نه سارُ، نه ساهُه!

(٢)

هن عجيب دنيا ۾
امڪانات جي اڻ هوند نه ڪانهي
جو آءٌ هن ٻوڪه ۾ نڪي ٻوان
جت اُس ۽ هوا اچي نه سگهي
ڪا به وٿ ناهي منهنجي پنهنجي
جي منجهس منهنجو واسو ناهي
ملهائتي ناهي، جي نوالي ناهي
مگر
هن قلب تي ڪوهيڙو ڇانئجي ويو آهي
جو
سوداءِ اندر سج چمڪڻ ئي نٿو ڏي!

نچ

نچ ڙي ناچو
نچ
ٽانچو
مچي ڪو مچ!
آرليءَ جو اُلو ٻٽجي

روشن ڪر
ڪر مچ!

## پاپ جي جهول

مون نہ ڏاپ اڳيان سر نوايو آهہ
نڪي ڪنهنجو گردن جهڪايو آهہ
مون هزارين سور سهي
ور ور وهہ جو ڳنو پي
پنهنجو پاڻ سنواريو آهہ
گويا ٿي گلاب اپاريو آهہ.

(۲)

ابا اسان جا پورڙا پرمي هئا
دماغ سندن ڏنڌلا ڌرمي هئا
مفلس، جاهل، روڳي هئا
هو هئا حريفن جي هٿ وهيٽا
انبياء اڳيان هيجڙا هيٽا
ڏپ ڏاء جي لوسات هين
جهل پل جي پوسات هين
نندڙي دائري، نندڙي دل
بڻاين خسيس، جاهل، بزدل
ذهني ذليل، اخلاقي ڏُربل

تنگ نظر تعصبي پاڳل
هو نہ سگهيا آسمان طرف اکہ کڻي
جو هٽجن ڪائنات جا ڏڪي!

(٣)

آءٌ آهيان
انهيءَ پاپ جي جهول ۾ پليل
بڇڙي تهذيب جي رنگ ۾ رتل
دنيا دغا جي ڏٻڻ ۾ ڏپيل
ڪوڙ ڪُنياءَ جي جار ۾ اڙيل!
لاشڪ
منهنجي من ۾ جنگ آهي
تلخيءَ شدت جو ڏنگ آهي
ڪاش! اهو گهانگو لاهي ڇڏيان
داغ دوزخ جو ڌوئي ڇڏيان
ڪو نئون ڍهہ ڳولهي لهان
واڳہ قضا جي موڙي ڇڏيان!

## چاشنيءَ جي چوُس

چوُس
ڙي چرپٽ
اها چيڳڙ

جنهن مان امرت الوپ ٿئي
ٿي ويا ايام!
هاڻ
ازلي اڄ سمان
رهي آهي
چاشنيءَ جي چوس،
جا
بکشوءَ جيان
ارهه جو اسٽوپ
اکرڻ ٿي چاهي!

## چوسنا

شايد دوزخ جي لب لئي
کي لذتون آهن
جي
جنت جي ارهه ۾
آهن الپ!
هن دلفريب ڀيڪڙ جو
گرم جوشيءَ سان سنگم
عصمت جي اک شرمايو وجهي
خود آبرو عيبدار پيئي پاسي
لاشڪ

نيڪ خواهه بد کي
پنهنجو رنگ روپ
لطف لذت آهي
گرچ سفيديءَ جي پاڪ پلاند لي
اهي چوسٽا نٿا اسرن
جي اشتياق جي اڄ اجهائن!

## سڄڻن جي سار

ڪڪڙ جي بانگ کان اڳ
جڏهن ڪتيون ڪومائجن
ٽڏ جي لنوار ماٺي ٿئي
اوير ۾ اهاءَ اچي
آءَ اوباسي ڏئي
پاسا ورائيندي
ساربان تو سهڻا سدا گلاب
سڄڻ،
جن جا سغينا
ڪڏهوڪو اجهاڳ اکري ويا

(٢)

هاڻ
ڪو ارمان ناهي
نڪي اثر دک

گرج
آءُ نہ هوس سندن سائي
همڪار، همراز، همراه
ڏک سک، لڙڪ موڪ ۾ هم شريڪ
هنن بخشي آهي مونکي
پنهنجي پيڙا
دل جو درد، جو
جهان جو هنئون ٿو هڄائي!
(۳)

شايد
پوڪرليءَ جي هردي ۾
آهي لڪل ڏک
رهسيہ ميہ، سارميہ، سوز پريو ڏک
جو
ڌوپ جي ڌونهين جيان
هستي هپاٽيو وجهي!
(۴)

مجاٽا
ورهيہ ڪيئن وهندا ٿا وڃن
گل موهر جي شاخ مان سرخ گل ڇڻن
انب جهلن ٻور
ڪيتي ڇانهين سان پرٻور

آريسج، انب صوف
جا انبار لڳيو وڃن.

(٥)

سملي جي سرد هوا
سياري جي اُس دلڪشا
نيلي آسمان روح افزا ۽
پاسي تي زندگي
نهايت حسين
شيرين، شيرين!
لڳي ٿو هن فردوس اڳيان
گذشته جو جلال جمال
پڻ آئنده جو خوش خيال
سڪڙو سپنو.

(٦)

ليڪن
منهنجي جاڳ ۽ خواهه خواب ۾
روح جي ڪنهن حال ۾
چٽڪن ٿيون ڪڙڪبيتي جيان
اهي صورتون لازوال -
غمگين خواه خوش خيال
جي وسر وساري نه سگهي
ڪي ڪال ٿي ڳرڪائي وڃي

جيسين
سچيتي سمهي پوي
سمرلي سائي ٽڻي
اندڪار ڇانئجي وڃي.
ائين
اُس جي اوجاڳي ويل
چت جي درسنيءَ لي
خمار يل اکين اڳيان
اُجاڳو ٿين ٿا
قوهدار شخص
جنجي شاندار پيشانيءَ لي
خيال جي ڪيڙي ڇني پڻي بڪي
؟
اهي معصوم مهانڊا ۽ ماڻڪيون
نازڪ بدن، نازڪ مزاج
چتڙن جا يار،
جنجي سار
ساه سُرهو ڪيو ڇڏي!

## ستل سور

جهوني يار جيان
سج

خدا حافظي ڪري
رمندو رهيو
قلب اندر
الوداعي ارمان جو
ستل سور جاڳي اٿيو.

سوچيم
هن ٿاري، هن جاءِ
هت هوم سپرين
پوءِ
ملايم ساڻس هت
پرايم آپار دک
لفظ ٽڙيءَ ۾ اٽڪي پيو
سينو سڏڪڻ لڳو
نيڻن مان
موتي ڪريو!

## رحمت

ڇا
مان اهوئي آهيان، جو
برپٽ تي سڪل درخت جيان
بي برگ بازو

آسمان طرف ڏاڍي بينو هو،
جنهن مان لڪ لوسات
رسن جو آخرين قطرو
چوسي ڪڍيو هو؟

(۲)

ڇا
مان اهوئي آهيان
جنهن تي وڇون وسيون
اپار اونده جي اُٿل آئي
شِو شيطان جا ڪنڪ ڪڙڪيا
جن ڏرتيءَ جي ڏرن ڏڪائي ڇڏي
اڪين مان ننڊ هڪالي ڪڍي؟

(۳)

هائو،
مدت جي ملال ڀڃاڻا
منهنجي خفت ۾ خمار آيو آهي
اگهور ننڊ ڀڃاڻا آلس لهڻ
روح رمڻ لڳو آهي
ڪيئن چئجي
خالي پليٽ ۾ آئيس ڪريم آئي ڪٿان
مگر هاڻي آءٌ
چوماسي ۾ جوڙ جي ڳيي جيان

بلند ۽ بارور ٿيندو ٿو وڃان
اھا ڪا گھٽ نعمت ناھي
شايد غنيمت آھي
ڌرتيءَ جي رحمت آھي!

## مائيڙي

سائو سائو گاھ ۽ سَرَ اُسريا آھن
وڻ ٻوٽا سان جُھلي پيا آھن
ھرجا ھرياولي
مند موچاري آھي!
مگر
ھوءَ مائيڙي
ورڪا جھڙا لڙڪ ٿي وھائي
گويا ڪو وڻ روئي
ڳل تو ڪيرائي
سندس ماتامي، دکي مھاندو
ٻڌائي جگ کي ٿو شرمائي!
ڪير ڄاڻي
ڪيڏو سور سٺو ٿئس
ذلت جو زھر چکيو ٿئس؟
ٻريان
ھيٺ آلي پٽ تي

مکين ماکوڙين وچ
سندس اڳڙو، ميرو گدلو
ماس ۽ٿا هڏين جو ڍڳرو
چگهڙ لاءِ تو واجهائي
روئي رڙي تو ليلائي.
ليکن
هوءَ کيس ڏسڻ کان ئي لنائي
سندس ڀيرخي کائنات ئي کنبائي!
چوڻي ٻاڻ کي
سندم هوڏو تو هڄي
جيءُ تو جلي
مولکي ٻوڻ گهرجي قياس
هن ابهم تي
ٻوڻ گهرجي قياس
ضرور، ضرور
مگر، نٿو ٻوي.
چاهيان ٿي وساري ڇڏيان
جو گهرجي نہ وسارڻ
لاهي ڇڏيان گهانگهو
جو گهٽي تو ڇڏي
آلا، جي ٿي چلان نہ چارڻ مشکل
جي ٿي روئان نہ روئڻ آجهل

اي الاهہ
ڪيئن چوان ڪو آهي الاهہ
آهي ناهي، ناهي آهي
وٺي موٽائي پنهنجي امانت

## هرسال نئوبهار

هي جهان ڪيڏو نہ جهونو آهي؟
ليڪن
مان جهوڙ آهيان ڇا، جو
جهان کي جهونو سمجهان؟
هر صبح نئين آشا تو آڻي
هر سال نئوبهار!

(۲)

حيرت آهي
سرخ خون مان سفيد وار
ڪيئن ٿا اُسرن
لسي ڳِل تي ڪانو پير جمي وڃن!

(۳)

ليڪن
جيسين روح اندر
آشا جو آهاءُ
بسنت جو هڳاءُ آهي

ليسين
هي جڳ جوان
هرڪو دم روان آهي!

## لبنان

ايامن کان ڪافلو هلندو ٿو هلي
هندو مومن، عرب عيسائي
وڏهي جهڙي ٿو موندو رهي
هرجا انسان ٿو روئندو رهي
ملڪ مؤلا جو مسندو رهي
رڳو شيطان ٿي ٿو هسندو رهي!
آد کان
هوا پئي سِسڪي سُڏڪي
ويچارو انسان پيو ڪِنجهي ڪُوڪي
شل شان الاهه افزون ٿئي
پل گهر اسان زبون ٿئي
زن مرد مدفون ٿئي
پسر سموري پونء ٿئي!

## سڪل ڪوهه

سج لهندو ٿو وڃي
جل آسمان سان ملندو ٿو وڃي

ڪانو آکيري ۾ آرامي آهن
ڪبير جي ٽان ٽان نٿي ٻجهي
هاڻي
ڪو ٻڪي نٿو آلاپي
ٻَند جي واري ۽ ڏسڙ ۾
سمهي پئي آهي
ڏپ ٿو ٿئيم
ڪو ڪاريهر نه نڪري اچي
اڙي،
ڪين جهڙي ڪيڙي کان ڏپ
هن کان نه مڪروب وڌ موتمار آهي
واقعي آهيان آءٌ
ڏرپوڪ ۽ احمق
شايد
هرڪو ماڻهو اهڙوئي آهي!
هاڻي
چنڊ ڏوڙندو ٿو وڃي
تارا ٽوڙي پاڻيءَ ۾ ٿا نهارن
گويا ڪا سندري سرور ۾ پاڻ ٿي پسي
پوپان ڪو ٻڪي اونداهيءَ ۾ اڏندو ٿو وڃي
هوا جي لهرن تي ڪهندو ٿو وڃي
چاهيان ٿو ڳايان ڪو راڳ

مگر نفيس نغما نتا سُجهن
نڪي گرم جذبا پيڙڪي اُٿن
لفظ نٿيءَ ۾ اُنڪيو پون
اُمنگ اظهار کان انڪاري ٿين
نٿو چاٽان
ڪيئن سڪل ڪوه سيمو ڪري
رکو روح رپلو ڏئي
خشڪ طبع شاداب ٿئي!

## شڪايت

زيست جي گلشن ۾ گهاري دم-
سوين صدمن پڇاڙا به نونهال آهيان
هر سمي جي بي رُخيءَ باوجود-
سالم، سگهو، لازوال آهيان
سانڍيم ساهه سان ساڃهه شرافت-
گرچ ههڙو زبون حال آهيان
اسانجي غم جو ناهي علاج، دوست-
ازل کان ئي عاجز پامال آهيان
هاڻ چا لاءِ وبهي آزاريان پاڻ-
گرچ سراسر شڪايت سان سرشار آهيان!

## ارمان

اُتم اَرمان وقت اجايو وڃايان پيو-
هر حال جيئڻ جو نالو نباهيان پيو
تي ويو آهي چولو ميرو ڦاٽو-
ليڙن ۾ ئي شرم لڪايان پيو
نہ زندگيءَ ۾ ڪو ذوق آهي رهيو-
لاچار ڀاڱ ڪي ئي ڀوڳايان پيو
اجاڙ آهي مدت کان گلشن بڻيو-
سياري ۾ بسنت لاءِ واجهايان پيو
شمع جي لاٽ آهي ڀرڪڻ لڳي-
جهڪي جوت سان ئي جاليان پيو.

## ريتي ڪڻ

لکين ليئج جا ڦوهارا
سُرخ، ياقوتي، ڪرمچي
وهي چڙهيا
آڪاڌ جي اونهاين ۾
چمڪڻ لڳي
هيري جيان
ڪا ڪا ريت جي ڪڻ
ائين ڀٽجي پيو رڻ

گويا تارن سهائو گگن
نهايت نفيس ۽ دلاويز
گل بدن!

## عينڪي احمق

هي عينڪي اَحمق
ڪڙتو، پاجامو پهريل
وات ۾ پان، پير ۾ چمپل
گوڏا وائي سور ۾ ورتل
ڪارنهن تي پائوڊر تقيل
بوٽ بلي۽ چنيل
سمجهي تو پاڻ کي ڪلاڪار ڪشل
نئونرماڻ جي رنگ ۾ رتل
علم ۽ عقل ۾ افضل
سندس ليکي جيڪي ناهن نول
آهن سي مدت خارج موڙهل
مورک، مت هيڻ، دُربل!

(۲)

هو چوي تو مونڊي نهار
بيو سيڪي وسار
بڌ مدهنڊي گرم گفتار

گپ شپ، لوٽي لباڙ
ڏس، آءُ آهيان
پڙهه ڦٽيءَ جو گلڙو
جهڙو مس ڪانتا جو اسپئينل بُلڙو
تازو جهڙو جمنا جو ڪُوڙو
لذيذ جهڙو ڇوزي جو شُردو
سٺيو، جهڙو پستن جو حلوو
نشيلو جهڙو هيراٿن جو ذرڙو
منهنجو ٻول اٿئي ڇون جيت جو ٻول
هاءِ بلبل ٻيشو جو دلهول
مزيدار مسخري جو مخول
ڪنوات جو ڪلول گول مول
مون لاءِ ساهتيه آهي ڇيڪلو
جنهن ورايانس تنهن وري
جهنجهٽ، جنهن وجايانس تنهن وڄي
ملاڪڙو، جنهن مڇايانس تنهن مڇي!

(۳)

مان سوچيان ٿو
هو ٻه جملا انگريزي ڳالهائي نه ڄاڻي
لکي پنهنجي ٻولي جڻ روڙا ويٺو چاڻي
جنهن ڪنهن بت تي سيتلا جا چگهه هجن
تنهن سندس لکڻيءَ مان اوپرا لفظ ٻکن

هو سمجهي ٿو سڀ کي ٻاڙ جهڙو اڻاڙي
جاهل، بيوقوف، لٻاڙي
هو نٿو ڄاڻي فرق ميجر ۽ مائنر وچ ۾
جاز ۽ والٽز جي ڌن ۾
تڏهن ته آپيرا جون اسرائون
فِل هارمونڪ آرڪيسٽرائون
هاواين ايٽوس ۽ نيگرو جاز
سمروائين ۽ اسپينش ساز
ائڪٽر ائڪٽريسون چترڪار
لٽ نيٽون بي شمار
ڌاڙيل، جاسوس، ٽونڻي باز
وپاري، پڙوا ۽ بدمعاش
مغز ۾ ائين ذرڙو ماري وينا اٿس
جئن پهاڙ جي گفا ۾ ڪو جوڳي
جهنجهون ٻڙ جي ڏاڙهيءَ جهڙيون جٽائون
سندن پيرن لي ڀڄن!

(۴)

هن نول جي اهت ايڏي ناهي
ڪيس پٽنورااما ٽوئر ڪرائي
جنيوا، ميلان گهمائي
اشوڪ اندر ليٽو ٻارائي
اوبروءَ ۾ ڪانو ڪارائي

يا ليڊ و ۾ نچي ڳائي
ننگي نانگڻ سان نينهن لڳائي
هو فرنگي نرلڄ سکيوئي ناهي
جو ڪاٺيءَ ڪمر ٻانهن ۾ انڪائي
نائيٽ ڪلب ۾ ناسون هڻي
پيگ چاڙهي، ڪِڪ وهائي
گشا هڻي، هِپون لاهي
رُمي ٻرج سان هڙ ڦرائي
ڪنهن جي رجني سڄي رلائي
نئين حور سان اک اڙائي
سندس ڳاڙهي گت مت ڏسي
ڀوري سرهيون ائين سرڪي وڃن
جئن ٻاٽيءَ ۾ مڇيون ڪِسڪي وڃن
تڏهن به ورجينا تمباڪو جا دونهان
L. S. D. جا اوتارا ۽ مئخانا
گئمبلرس جا داو، سمگلرس جا پولاءَ
وئشائن جا پاو، شودن جا واءِ ساءَ
سندس ذهن ۾ تا لڇن!

( ۵ )

هو سمجهي ٿو
هي ديس وڏو آهي ولايت ٻڌجي
بيٺڪ ۽ همراهيءَ جي ڏراوت ٻڌجي

جيڪو نہ ڄٽي فئشن فاپ
هاليووڊ کي نہ مڃي مان باپ
ڄٽي نہ سگهي باندر ذات
نقلي ٻات ۽ پرائي تات
مثل جاڳ اهو مدت خارج
سري نہ مسجهانس کو چالو ڪارج!

(٦)

ارمان
آلهاس نگر ناهي نيو يارڪ
ٻرو آهي هن ديس جو ڀاڳ
سندس قسمت ۾ آهي گول گپو
دال ڏڪو، چانهہ چُڪو
سگريٽ سڙنو، ننڍ جو جهونو
ٽائيپ جي ٽڪ ٽڪ، ڪم جي ڏِڪ ڏِڪ
ملي ڪجهہ ڪتان تہ قبون
صبر سان سهي باس جون دٻون
دفتر ۾ بند جهڙي واڙي ۾ ريڍ
ميز تي اڳيان ڪاغذن جا ڍڳ
هي ننڍڙي دنيا جو ننڍڙو جيت
مڇر، منگهڻ، مک جو ميت
انبوهہ ۾ لڳي بيوس ويڳاڻو
اڪيلي سر ٻر، بيزار، لباڻو

ٻڌي ڪو هن ڪڪڙ جا ڏَس
ڇسا ٻول، افسانا نيرس
سنڌس ٻير زمين لي ناهي
ٽارا لڪڻ ٻڻ نٿو چاهي
سمجهي ٿو اجايو جائو آهي
بلڪ جيون خود ڦاهو آهي
هاڻي وچي ڪاڙي هي نونهال
اوندو عقل، اوندي چال
جڏهن ديس ٻه آهي ٻکيو بدحال
جيئڻ ئي خود وڏو جنجال!

## آراڏنا

اندر ٻر اٿم آراڏنا
ٻراٽا وستر لاهي چڏيان
ٻاڻ لاء ڪو وهه گهڙي
گهاڙو گس چڏي ڏيان
آبشارن جو جل ٻي
سورج مک جيان روشنيء ڏي وران!

(٢)

سندم آشيانو آهي اُت
جت ٻڪرتيء ٽان ٻردو ڪجي
سچ ٻڻجي سچ

انڌڪار جو پردو هٽائي
وهم ويو ونجوگهه مٽائي
منش ماڻي آنند لهي!

(۳)

جا مليو جي سيڪي نه مليو
پراڻي پياسو رهجي ويو
برهمانڊ جا پيدار ناهن ڪٿل
نڪي روح انساني اهڙا نبل
جو ماڻهو اڳيرو ٽاڻي نه سگهي
بهتر جيون ماڻي نه سگهي!

(۴)

هرڪو سمو ٿو پرم تي پيلجي
جئن روح منهنجو ٿو مون لي لڇجي
اهائي اٿم آرادنا
هرگز بين جهڙو نه ٿيان
آبشارن جو جل بي
سورج مڪه جيان روشنيءَ ڏي وران!

## پراچين

ڪر پراچين ڪي پرڻام - پوڄنيه پراچين ڪي پرڻام
جوڙيو جنهن ڌرم ڪرم مانداڻ - ريت نيت سندو پرمان

هي ديسي وديسي کنڌهر - مسجد مندر
تيمور، چنگيز، سڪندر - ٻڌ، ڪرسٽ، پيغمبر
هي صدين جا سنگهار - ٻلهار ٻلهار، موت مار
يگايگ جا جڳ جنڪار - هائيدوس هڻ هُنڪار
آرتيون اپاسنائون آسنڪ - ڪاويه ڪلائون گرنٿ
جي ڏوُپ جيان اُڏن مٿي مٿي - ڏرن پيو نه ڏرتيءَ تي
جاڳائي آڳاٽي لاءِ پيار - ڪرائن هاڻ ڪان فرار
اهو جهوني پراڻي جو پاري ٻار - دور دور درشيه جو چمتڪار
امراهال جو الٿو وار - آهه مُثل مهَان جو عجيب اسرار!
هي اٿاسي مٽيءَ جي چپٽي - مجاٽا کهڙي اٿس چٽ وِرتي
اٿس جاڻ سرت چاهي - سونهن سوچ جو نرت چاهي
ڪيئن تي هوءَ افسون اپائي - سيج اندر سراب پسائي
چا ڪنڪر ڪڻن هوش آهي - ريتيءَ جي ڊب تي روح اپائي؟
جئن گل اندر سرهاڻ پريل - ميوي اندر ميناج ڏريل
تئن آءُ آهيان ماضيءَ جو ٿل - مون ۾ آهه آد جگاد لڪل
گويا آءُ آهيان اڳ جو اڳ - اپامن جو ڳجهو لاڳاپو لڳ
اهو منهنجو پٽ جو پل - ڏکي ٿو اڄتي هل ئي هل
منهنجومن ئي آهي هاڻ جي هاڻ - سمي جو وهڪرو، سمڪيءَ جاڻ!

## ملبار هل

ڏيري ڏيري
آسمان تي وبو

نيريون ٻيليون
ليڙون ليڙون
فضا ۾ پٽ
چنڪارجي ويو گلال
ڀڪڙ لڳو هرڪو چهرو
جهڙو گل گلاب!
ساموندي سپاٽ تي
ٿهار ٿيسڪندو ويو
ٻوُلدي جيان مَٿار تي
ڪڙڇ اُڏندو ويو
هتي ملبار هِل جا شاهي درخت
ڇهج ساوا، ٻرگدار، باردر
ڏيهي ڏيهي لوڏ سان ٿا لڏن
سعدن چوٽ تي پکي پيا لامارا ڏين
چون چون ڪندي، آکيري ڏي ورن
ٿانجو ميرانجهه
ماحول تي ليٽي چڙدي، ۽
تارا
اکيون اٿين ٿا چنين
جڙ حسينا جي
ڪاري چادر تي طلا ٽا بکن
ٻرياڻ

ورڻ جي ڳلي لي
موتين جي مالها
ٿي چمڪڻ لڳي
ٻرقي ٻستين سان
اونده ڀڪڻ لڳي
پاڻء ٻامڄي
ٻڻي آهي تارڪا منڊل
ٻوستان، زرافشان
شيش محل!

## نيڻن جي گهور

ڏسي گهائيندڙ نيڻن جي گهور
ڀوسرڻ لڳو ڪو سنتل سور
رڳ رڳ اندر لنو تاءُ
لڳ لڳ، ڪي لڳو گهاءُ
چت اندر آنند مانڊ ٿي
ڪرت ڪار سڀ وسري وئي
ڇپائيندي سر اندر سوداءُ
وساري وينس لڳ لڳاءُ
مگر اهڙي رل مل جي رم جهم ڏسي
پائيم لڙين جوت، جيوت ملي!

## انوکو سرور

برقي شرار ۾ ويو رجي سج
ٻٽي شفق اهڙي جهڙو سون نج
تکي تيج مان آڏاٽيون هوايون
اُجالن جون آفاق اندر چڻگاريون
ڪلاونت ڪرڻ جون اوتيون صراحيون
روشن رنگن سان جرڪيون فضائون
ڏسي آسمان اندر شعاعُ
هزارين آتش بازين لقاءُ
جگمگ جوتين الوڪ اُهاءُ
عجيب روح انگيز نوراني نماءُ
ٿيو موجزن نگاهن ۾ نور
آيو قلب اندر انوکو سرور!

---

ماڻهو ٻه آهي ڪا ٻرف جي ڇپ -
جا جيتري ڳري، اوتري ڳجهي
ظاهري ڏسڻ ۾ بلڪل بي ضرر -
اهڙي اڻ لکائتي جو ڪل ٿي نه پوي
ته ڳجهه ڳوهه ۾ آهي لڪل وڏو خلل، جو
ناگاهه ٽڪري پوي
ٽوڙي ڇڏي، ٻوڙي وجهي
شاهي ٽٽانڪ!

## ريڇڪ

آڙي ٽيڍير
ڇت ۾ ڇانئجي اٿئي
ڪين ڇاڳه
لاهه منهن تان نقاب
ڏسان گوري آهين
ڪين ڪاري
اڪ ۾ ڪروٽا اٿئي
ڪين ڪروڏ
مون جهڙن سان
پيار يا وروڌ!
آهين جيئري جاندار ڏٿ
يا پٿر جي پُتلا
ٽڙليپ، ٽرموه، ٽرارت.
پرٿوي؛ لي
انيڪ پراڻي آيا ويا
سمي جي وهڪري لوڙهي ڇڏيا
تو ڪنهنجو ساٿ ڪين ڏنو.
مگر
مان ناهيان ڪو اروڙ، اجگر
واڳو، واگهه، مڇندر
مان آهيان منش

جو چاهي ٿو چاڙهڻ پنهنجو آئيندو
۽ پيرو، جيئاڻو منش
جنهن جيءَ ۾ آهي
انادي شڪتين جي اٿل پٿل
اگم اگوچر جي ڪال چڪر
جو سار ست
ڪاش،
تنهنجي ناپ مان ڪجهه چڪي ڪيدان
پنهنجي بخت جو خاوند بڻجان!

## آهيان ناهيان

واه ڙي منهنجي چيتنا
هي رچيو اٿئي ڪهڙو طلسم، جو
من گهڙت مِٿيا سان پاڻ ڦندائي
پاڻ تان ئي بلهار پيو وڃان
بلڪ بليءَ جيان پوت چٽي چٽي
پاڻ کي ٻلي ٻلي پيو پانيان!
ڇا واقعي
مان آهيان انت اڪال
هي جهان آهي منهنجو پسار،
آءٌ ئي آهيان سيڪي
راجا رنڪ مهرشي،

پکي پسون مثل
گل گونچ ۽ برگش
آهن منهنجو عڪس،
گويا سڀ پرائي آهن سمان
ڏٺي، نرڏن، سڄاڻ نادان؟
ڇا اهوئي آهي
علم عقل جو ڇيهه،
اوچ آتم گيان سنديش،
پاپ پُڃ ۽ نرنتر ناهي
نيڪ بد پيو نئي آهي؟
جڏهن
چت اندر جهاتي ٿو پايان
اُلٽا اچرج ٿو ناهيان ڏاهيان
ڇا
مان واقعي اهو آهيان
ناهيان آهيان
آهيان ناهيان!

## ڪوپري ۽ جو جهان نما

ڇا
هي لقاءِ نماءِ
پرواز پسار

سُٽِسون سمرائيون
رمزون رازن
جي
ڪوهيءَ جي جهان نما ۾
ٽيون چلڪن،
سي تصور جي حرفت آهن
يا
انهيءَ چمتڪار وسيلي
روح جون لڪل لمعائون
ٿوي ٽيون اچن
جي
چيتن کي وشال بڻائي
سيڪي جاڻڻ ماڻڻ لاءِ ٽيون هرڪائن؟
شايد
هرڪو جيءُ ڳجهيءَ ريت
سڪندر جيان جڳ جيتڻ
سنت جيان چيٽي ڪنڊ ۾ سمائنتا بسڻ
سيڪي هتڻ ۽ ٽيڻ
آپي آپ الاهه بڻجڻ ٿو چاهي
اهو ڪو آفيميءَ جو گهيرت ناهي
نڪي دماغي گردش ذريعي ڪائنات جو سئر!
هرڪو جاڻي ٿو

آسمان جي تاري جيان آهي اڪيلو
چڙهو چانڊ، پڇڙ پاڙ، جو
پنهنجي اڪيلي سان ڏسي
ڪنهن سان ٻڌي
ڪنهن سان هلي ٿو
اها جيڪري جنڊ جان جي سُڌس
ٻنائي ئي
سرو سمائتا آهي سچو، ۽
وشو چيتنا ويچار ولاس
اهو روان روح جو ريلو آهي
باقي هرڪو جوڻي آهي، سوئي آهي.
انهيءَ پاڙ ٻنا ڪُل ڪٿي به ناهي
اهو ڪُل آهي ڪلپنا جي ڪرامت
نه،
هستيءَ جي حقيقت!

## نيل ڪمل

اج چت اندر ڪڙيو ڪمل - نهايت نفيس نيلگون نرمل
لوڏيو ڪيس آڪاسي هوائن - چميس مستڪ چندر ريکائن
چاهيم سندس سونهن سانڍي رکان
هيري جيان جند سان جڙي چڱيان
سندس پاڙ چڪڙ مان پٽي ڪيدان-
رنگ روپ نزاڪت چمي چمان!

ليڪن
جڏهن ڪيلاش تان برف رجندي وڃي -
پٽ تي گنگوتري رڙهندي وڃي
سمونڊ تي چٽ چٽبو وڃي - ڪو دور درشيہ ہسبو وڃي
يا
جڏهن ڦڙو ڦڙو وڻن مان ٽمندو وڃي -
لِڙڪ لِڙڪ نيڻن مان وهندو وڃي
راڳي ڏيان ڏُن ۾ لڏندو وڃي -
ساز سنگيت سُر تي ڪهندو وڃي
تڏهن
ڪلپنا جي ڪائنات ۾ ڪڙيل -
وياڪ اُمنگ جي جل تي پليل
سانڍيان ڪيئن سوگهو نيل ڪمل -
اندر لٿ جهڙي رنگ ۾ رتل!

## نباهہ پاڻ سان

اها غمگين صورت
ويس ۾ مان ورونهن اہائي
اُداس چت ۾ چٽگ لگائي
وڙيل غبار سان وياڪل ٿي ڪري!
شايد
اندر ۾ الم ڪو اوڙاهہ

جنهنجي اُتل ئي پيو لهان چڙهان
بلڪ
ٻُڌ جيان لڙهندو ئو وڃان
هڪ اُڪس جيءَ
وهڪون جي ولوڙ ۾
تنهن هوندي به
چاهيان ٿو نباهيان
توڙ تائين
نازڪ ناتو جيئڻ جو
ڏيوج سان
سمجهه سان
پيار سان!
آهه جاڻان ٿو
نٿو هلي وس ڪنهنجو
هن دنيا ئي
وَسَ وارا به آخر
ٿيو پون بيوس!
اي منهنجا من
تون نباهه پاڻ سان
پل هجي زمانو
بد چلن!
اهائي آهي جيت جيُون جي
سچاڻ سچيت انسان جي!

# ڇا لاءِ ٿي لاٽ ڦڙڪي

اي دل، ڇو آهين ايڏي اُداس-
مايوس، مجهيل، نسوري نراس
اُٿي جاڳ، ڳولهي ماڳ، جيون جيئار-
ڀاڳ بگڙيل پنهنجو، ٿيئين سر سدوار
تو سان ٿي ته آهي جيئرو جهان-
ذهن پاڪ، بي باڪ، روح زمان
جي ٿاهي ڀاڳ ۾ تو لئه سبز زار-
جوڙ صحرا جي سيج ۾ ٿي لال زار
سوچ، ڇا لاءِ ٿي لاٽ ڦڙڪندي رهي-
آد ڪان جيون ٽڙڦندي رهي
جئن لوڙان پن تي شبنم نچي-
تو خيال اندر خلوت مچي
تو سِجهي سَڙي نيٽ ماٺو بچي-
سهي سور پنهنجي ٿي رت لي رچي
اَلا، ڪيسين هلندي هيءَ قبر جي ماٽ-
سيني جي سوڙهه، هڏ جي گاٽ
اٿي سگهه ڪري انياءَ لي وار-
ڪرين مفلسيءَ جي مهامري گار
بي سود آهي ٻروڪي ٻچار-
آڳاٽن جي پوڄا، ماضيءَ جي لباڙ
لنج آفيمين جا اُلجهيل ويچار-
اچوڪي هوش همت لي ٻاڙ!

## نيرس جيون

منهنجو من پاپ ڪرم ڪان پاڪ ٿيائي
وٺو ڇباڙي نيرس جيون جو خشڪ رولو
جت ڏرليءَ جي ٻڪ لئي هِمٿون هرڪائي
اَت آڪاسي اُڏام عبث آهي
امر آيوءَ جي آس ۾ ناهي ڪو دم
جڏهن هرڪو سواس اڪت اينگهه آهي
"شانتي شانتي" آهي شوُنيتي شوُنيتي
شانتي اَشانتيءَ جو ٿي اَياو آهي
سوين سورن ڀڃاٽا مليو عقل ذرو
مگر مزاج معمول تي هوي نه سگهيو
پوُر ڀڃائيندي تي ويا وار اَڇا
مورڳ من موڪر ٿي رهجي ويو.

ماڻ آهيان اهڙو
جو ٽيڪو ٿي هو
سوين سور صدما سهي
ڪنجهي ڪرڪي، مرڪي جهري
مِرون لاچار ماٺهو ٻٽيو.

٢- آخر
ٻيو اُباٽي اُڱ جهليندو

پٺو ورلي ڦرڪاشت ڪندي
هوڙهيائي ۽ ٻ پ
ڇڙواڳ ۽ ڇوڪ
اهنج ۽ سهنج
چاهه ۽ اڇاهه جي
اوجهڙ ۾ ٻي ومانون ڪائي
مرون مري جُهري ماٺهو ٿيندو.

٣- هاڻ
سمرليءَ جي سطح تي
ماضيءَ مان حال، حال مان آئندو
ڪالهه جو ڪيترو اڄ
اڄ جو ڪيترو سڀان
رنگين فلم جي ريل جيان ڪلندو ڏسي
وسمه ۾ پٺجي ٿو وڃان
سمجهه ۽ سختيءَ بنا ساڃهه اچي نٿي
نڪي سڻين پيرهلڻ جو ڪِرُ ٿو پرائجي.

٤- اسانجون هاڻوڪيون اوٽايون
شايد اڳوٽيون ڇگايون هيون
لوڀ لالچ جي لعنت جو جنم
اڻهوند ۾ سنجم جون سوغاتون هيون
بار بار جي پلن ڳان بچاءَ
پرانتي آندي

سرڪشيءَ جي سيڪمت کان نجات
هيجڙائي آندي

٥- اڄ هو ڏ ٺيءَ جو ڏپ
اخلاق جي آڙ، دين جي جڙ
هيٺ ڏپ وڌندو ٿو وڃي
ڌرم ڏڪبو، وشواس سسندو ٿو وڃي
لوڪ انڌ وشواس بنا ٿين سلڇڻا هڪوار
ستڪاري نياءڪاري بڻائن وهنوار
سماجواد کان جبرو انقلاب ايندو
بڻبو روشن انسان جو آئندو.

## اسان آهيو پليو

هي من جو مورڪ پڻي
ڪوڙ ڪپت جو اڏو آهي
تنهنجي سرجڻ ۾ لڳا آهن ايام
منجهس اڪيچار ويا ونجوگ
چاهه اڇاهه پيا اٿوڪن
جي شتروءَ جيان لڙي
جيءَ کي گهائڪ گهمسان جو
ڪيترو بڻايو وجهن
ويترو وس جا وهڪرا
آس پاس جا اثر

جنسي پاگل تا ڦٽائنس!

۲- آءٌ ڄاڻان ٿو
آءٌ ئي آهيان اهو احمق
ڪوچ پاڻ کي
ان ڪان علحدو پيو سمجهان
آءٌ ئي پاڻ کي
ڍوهيان ٿو، موهيان ٿو
انهيءَ طلسم جو رنگ منڇ
جو دور کي ويجهو آڻي
اڻ ڏٺا ساڪاري
خود الاهه اجاگر ڪيو وجهي
سو مون ۾ ئي آهي
مونکي حيرت آهي هنجي حرڪت تي
شرارت ۾ شيطان کي بہ شهہ ڏيو وڃي

۳- انهيءَ من ئي تہ
سپيتا جو مالڪ منڍيو آهي
جنهن مان هاڻ آيتا تا اچن
هاڻ نئو وٺيم اهو ناٽ
جنهنجي اڏاوت ۾
اڻ ڳڻيا ورهيہ نبري ويا
مان
واقعي ورچي پيو آهيان

پل وچي ڪو مورڪ
انهيءَ ڀڳڻ تي هرڪن
اسان آهو پليو
پلءِ چڙيو!

## نيستيءَ جي ڪنڌ تي

هي آهي تيجسوي يگ
جنهن ۾ جيئڻ ئي نعمت ڄڻبو
ماڻهو سُراط جي پل تان پيو لنگهي
هيٺان اُتس اوڙاهه
پريان حورن جي ميڙ
هليو آءُ - هليو آءُ!
جي ترڪي ته دوزخ داخل
ورنه اهڙو بهشت، جو
پيغمبر جي خواب ۾ نه آيو.
گويا هستي نيستيءَ جي ڪنڌ تي بيٺي ڪُڏي!
ماڻهو
پنهنجي ڪڌاين سبب ئي ذليل
گرچ جاڻي ٿو عقل بنا اُنتي ناهي
نڪي وويڪ بنا نستارو
؟
ايشور آهي اونهي ابلا ڪا
جنهنجو نرماڻ نه ٿيو آهي

# پاڻ کي شهه ڏي

اي من،
هن ڪشمڪش سمي
سرووڙن ڍاپا جو وشال گهيرو ڏسي
مايوس نه ٿيءُ!
ڪيڏو نه اندڪار آهي
خوش نما ڏيکه منجهه
گويا خندان لهرن جي ناچ هيٺ
اوڙاهه سُتو پيو آهي!
ويچارو ماڻهو
مجبور آهي، محدود آهي، لاچار آهي
رڳو ابليس ئي چڙواڳ آهي!
اي سڄڻ!
سولو ناهي آتڻ سوچهرو
قلب جي غفائن ۾
نڪي آهي آسان
حياتيءَ جي حيوانيت کان فرار
اٿي
من جا اڻ لڪا انتر ڪول
سلجهاءِ سوڪيم چيد پيد
منش جو سمپورڻ روپ
ساڪيات ڪر!

جيئڻ آهي
پاڻ کي شهہ ڏيڻ!
لڙهي وڃ يا ٻڏي وڃ
ترڳي وڃ يا تري وڃ
ڪپ ڪوڙي نہ ٻيهہ.
وڌي وڃ، سهي وڃ
وهي وڃ، وهي وڃ!

## شايد شرير اندر ڪا چڻڳ آهي

جا پٽي ٽمڪي چٽڪي
جنهنجي ٽانگهہ ٽاڻ
جيءَ ۾ جنبش ٿي آڻي
هوءَ آپي سرجي
آبي سوڌي، سميٽي ٿي
جڏهن انجو سرگرم سوداءُ
اُلساهہ، اُمنگ، چاهہ
سيني اندر سعدو وهائي ٿو
تہ اندر وارو اِنسان اُجرڻ لڳي ٿو
شايد
اها پربل اڇا شڪتي، جا
مرت شيل ڪان مٿيرو
تقدير ڪان اوچ اوچ

بلڪ پاڻ ڪان ئي پرپرو
خود خدا بڻجڻ چاهي ٿي
سائي موتر ماڻهوءَ کي
آيوناٿيزڊ ائٽم جهڙو
جوئي سروپ بڻائي -
سندس جيون سقلو ٿي ڪري

## مُوڙي من

اَلا
هي مُوڙي من ڇو ٿو پيپلائي
ڇائي هوش گنوائي
تو هنئون هرڪائي؟
شايد
چت اندر ڪا چڻگ لڳي ٿي
روح منجهارا جر جري ٿي
جيءَ جي ڪا رڳ ڇڙي ٿي
ويڻا جي ڪا تار سري ٿي
روپ رنگ جو سانگ رچائي
موهي ڍوهي جان جهجائي
رون رڏن سان تن لپائي
مُوڙي من کي ٿي پيپلائي!

## ميڪ اپ

هنجو ميڪ اپ
سندس سونهن سوائي ڪري
ڪيڏير جي ڪامڻ سان ٿو چشمڪ هڻي
مگر بي نقاب حسن آهي وينس جهڙو لاثاني
اگر بت هجي عاج جو، نہ هڏي ۽ ماس جو
ليڪن مولڪي وڻي ٿي
ميري لباس ۾
هنجي سهڻي اَسوُنهن
اها ڀاڻ ڪان غافل
اچيت اپوجهہ عبرت
جا ہنا چرچ
سيني اندر ہيهي
ڪو سارنگ ٿي سوري!

## پيار جو بار

ٿو ڪيو پيار
سچو صاف
جگري پيار!
مون سوچيو
ناهي مون مدجهہ
اهڙو سَتُ

جو
ڪٽي سگهان
ايڏو بار!
جيسين جهري نه جان
جمي ڪين ايمان
سوين سور سهي سهي
بڻي تو انسان!

## مهاتما

منهنجو ديس
موڙي تو ڪرُ
هن ملوڪ مند ۾!
هي هوا جو هڳاءُ
فضا ۾ شعاعُ
پون ۾ پراءُ
جان ۾ ڪوسو ساهُ
ٿون جوڙ جڙاءُ
لڳن ۾ چاهه
جاڳي تو اَلاهه
آهي آس جو اهاءُ!
مهاتما منهنجو ديس موڙي تو ڪو
هن ملوڪ مند ۾!

## ننڪال

(۱)

هي چلندو قُرُلو حال
اُجهل اَتڪ ننڪال
نِتيه جو نِرت ۽ تال
ڏُون ڏُون ۽ ڌمال
جيئري جندُ جو جمال
نج جيون جو سُرت سار
هاڻ ۽ هيئنئر لازوال
آهي ڪرشمو ڪمال!

(۲)

هي آهي
آدي شڪتيءَ جو تانڊو نِرت
برهم ليڄ جو پرسار مُڪت
يوگ مايا جو اسرار گيت
جيون ڌارا جو پرواهه چست
هي آهي پرڪرتيءَ جي پراڻ شڪتي
هرڻيه گرڀ جي سرجڻ يُڪتي
پوت پوشيه ڪان آجي استتي
هر پرڪار جي بندن کان مڪتي!

(۳)

جنهن قُرو قُرو ڪرندو وڃي

اَهڪُرُ پل وهندو وڃي
ڇيڇ ڏونڪو وڄندو وڃي
ناچو نمندو پڇندو وڃي
آرتي اَروڪ ٿيندو وڃي
اَڏورو اَڀورو رهندو وڃي
ائين تهي ڊهي پيو سنسار
ڀاسائي پل پل جو چمتڪار!

(۴)

هوا ۾ پن جي ڏَڪِ ڏَڪ
ڪناري تي جل جي لَڪَ لَڪ
گهڙيءَ جي نرنتر ٽڪ ٽڪ
دل جي اَٽڪ دَڪ دَڪ
لٽي تاءَ جي ٽيور گت
هل هلان ۽ جهٽ پٽ
سوڪيم ڪڻ جي ڪمت ڪمت
ٿي ڪري اڳيات سرجڻا گرڀت
ماضي ٻلور جهڙو مڪمل آهي
سخت، سِٿل، نشچل آهي
آئنده پڻ آهي انومان
ٿيڻ نه ٿيڻ جو گمان
منجهس ناهي زيست زبان
سرگرم شدت، روح روان

منجهس ڪا سرسراهٽ ناهي
دل جي ڌڙڪن، ٿرٿراهٽ ناهي!

(٦)

جئن ساحل ٿي گجگوڙ ٻڌي
ٿئي هردي اندر اُڪير جهجهي
ڪاش، ماٺيان ولوڙ جي اُڇل اُٿل
رقصان لهرن جي موج مٿل
ائن اڄ پوءِ جو خفت خيال
اُٿي ٿٺي ٿو انيڪ اَشڪال
اُلا، ڪسڪيو وڃي اموليڪ حال
ڪنهن نہ سانڍيو ڪڍهن تتڪال!

(٧)

هرڪا ڪلپنا ڪامڌينُو آهي
ٿي اَڻ مٽي اَکُٽَ سان هرڪائي
اها ڪلپ برکش جهڙي موهڻي
دُور درشيہ جهڙي ٻ وهڻي
سُڌ ٻڌ مَتِ ڪوهڻي
سڪٽي جهڙي چنتا مڻي
اها پوُت پوشيہ جي ٻچڪار
آهي ٻولار اندر رنگين غبار!

(٨)

جيون جهرڻي جو آيرڪو آهي

ڪِٿ ڪُنھنبي جو چَنڊ آھي
ھِي ڪو لڳم لاڳاپو ناھي!
نڪي اڳي ھوءِ جو انديشو آھي
روُءِ سوُءِ اڇُو وڇُو آھي
جنھن کي بيھڪ نڪاڻو ناھي
لاٽ جيان ھڙُو شعلو آھي
ان ۾ ڪو پيم پولو ناھي!

(٩)

ھي وياپڪ ورتمان، چنچل چلائمان
ھي اَڪال ڪمپائمان، وھڪرو بي پايان
ھي لازوال زمان، لڳاتار لرزان
آھي جنسي جيئري جان، سرچشمو ھر امڪان
ھي وياپڪ ورتمان، آھي سر چشمو ھر اِنسان

## سج لٿو

سج لٿو، ڪنھن ڪين ڏٺو
ڪنھن ڪين ڏٺو!
ڇا اَفسوُن ھيو، ڇا اچرج ھيو
ڇا عبرت خيز لقاءُ ھيو
ڪنھن ڪين ڏٺو، ڪنھن ڪين ڏٺو
جبل جي گود ۾ غبار لِٿو
گويا جيجل جي ھنج ۾ بار ستو

چا افسون هيو، چا اچرج هيو-
چا عبرت خيز لقاءَ هيو
ڪنهن ڪين ڏنو، ڪنهن ڪين ڏنو!

## هيءَ مِٽي ميرانجهڙي

هيءَ مٽي ميرانجهڙي
جڙي تي سهڻا سهڻيون
گل ڦل، نيل ڪمل
لاڙي تي لڙڪ،
ڏي تي ٺهڪ
ڪري تي ٽاٽا
هوءَ روئي ٿي
هوءَ هسي ٿي
اِها منهنجي ڌرتي ماتا!

(٢)

سندس هڪ ٻڌي وڻ
ٻرو ٻڌي ڏڻ
چمڪي ريت جي ڪڻ ڪڻ
ان جو هرڪو پراڻي
آهي ٻاروٽي سياٽپ جو پستڪ
صدين جي لاش جو مستڪ
پيڙهين جي پاپ جو سڪ

اَسنکہ اَياگہ جو ڪنڪ!

(٣)

اڙي دل،
تنهنجي لڳاتار دَڪ دَڪ
ڪِڻ ڪِڻ جي اَروڪ ٽِڪ ٽِڪ
اڻاسي جيون جي اَهار ڏِڪ ڏِڪ
عقل کان دور، اجهل کِت کِت
ڇا جي اٿئي تاڻ
کهڙي اٿئي ڪاڻ
اٿئي ڪا ڄاڻ

(٤)

ٿون نٿي ڄاڻين
هي سنسار آهي سنبنڌي
لڳہ لاڳاپو پائيبندي
مان گل چمان، تارو چمڪي
ويٺا وڇي، جنب چمڪي
هي ساه آهي سواس-
اگيات مهان ساهہ جو!

(٥)

اڙي، منهنجي آراڌنا
سُجاگہ سَرو چيتنا
ڏيري ڏيري جل

سوچي سمجهي رِل مِل
جئن ٻڄي جيئڻ
شيرين، شيرين
مثل شراب عنبرين!

## هل ئي هل

لئو جانان
آد چاهي، انت چاهي
ڪيئن چوان
هيءَ به ڪو وِسوِسو يا اُڪرُ ناهي
سنسار ۾
انيڪ خدايون پيون نهن ڌهن
جئن پولار ۾
انيڪ سج پيا رڙن ٻرن
هرڪو
سرگرم سورهيه وڃي ٿو ڪاهيندو
نه مراد نه مقصد
نه ڪنارو نه بندر
رڳو هل ئي هل
جل ئي جل
ڪا انت ئي ڪانهي!
جئن مڇي ترڳي سمنڊ ۾

ڏسُن
هوا جي ڏَوَ ۾
آءٌ ٿو ڏَوان
آسمان جي تارن وانگر
اڪيلو ئي اڪيلو
اهڙو سونهن جهڙو سج
هي جهان
جنهن ۾ ماڻهو پيا ڪجن ڪاهن
وڙهن جهڙن، ڏهن ڳهن
اُٿي
آءٌ ۽ پيو سياءُ انوسار
هلان چلان
لوچيان، سوچيان
اهو آهي
منهنجي هستيءَ جو اظهار
جو
هڪ ڪِڻ لاءِ ۾ ڪيڙِ نتو ڏسي!

## ڇاهي سنسار؟

آءٌ سوچيان ٿو
ڇاهي سنسار
سِرجڻ سِرشت ۽ سَگهار

اُس جو تڙڪو
ميگهہ جو گڙڪو
سيارو، سرءُ، بهار؟
ڪٿان آيو
جيءِ جدت جو اُبهج آهار
ڪنهن ٻڌايو
ديس ڪال جو وڻج واپار
ڇا مان اُپجيو
سڀہ جيون جو خفت خيال
امن، آزادي
اُتان، اُپڪار؟
ماڻهو
ڇو تو
اُلٽا اُبتا ناهہ ناهي
موهہ ٻوهہ جا
ممرڻ مچائي
ڇو آهي
اهڙو بي وس لاچار
دنيي، دغاباز، بدڪار؟
آءُ سوچيان ٿو
ڇاهي سنسار
سرجڻ سرشت ۽ سنگهار؟

## چِتَ ڪَرِ

منهنجو پِراڻ پتي تو پولائي
ور ور ڏئي ويٺو ورجائي
ڇڏ مورک من کي سمجهائي
ديش ڪال ڪجهه به ناهي!

نه هجي ڳڻپ، نه پوي وٿيءَ جو گمان
نه هجي واقعو، نه پوي وقت جو اهڃاڻ
ديش آهي ڳڻن وچ وِٿي
جنهن فاصلو دِليءَ کان بمبئي
تئن ڪال آهي اج سيا جو خيال
ٻن حادثن وچ ويڇي جو ويچار!
اسانجو ويچار ڪنهن چڪر اندر تو ڦري
گنبذ اندر گهومائجي تو موٽي اچي
ماڻهو پنهنجو پاڇو پيو پاڻ ني ڏسي
پاڻ منجهاران ئي پاڻ ٻڌجي.
ليڪن
حال ۽ ماضيءَ کان دور
هرجا حاضران حضور
آهي هستيءَ جو مرڪز
جنهن کي ڪو گهيرو ناهي
ڪا حد بندي ۽ ديرو ناهي

ڇت
ديش ڪال آهي دفن
پوُت پوَشيہ آهي پسم
ڇت
صدين جو وهڪرو تہ اُلٽو وهي
مثل ماضي تہ موٽي اچي
لڪل ڳجهہ تہ ظاهر ٿئي
اڻ ڏٺو ڏسڻ ۾ اچي
آئنده اڳوات پسجي
اڻ ٿيڻي ٿيو پوي
الي چمڪي ٿي چِت ڪرڻ-
هستيءَ جو اونهو آسڻ
جا هڪ ئي وقت هرجا موجود آهي-
جنهن ۾ سڀڪي سمايل آهي
اَڻن جي اُٽت جوڙيو جڳہ
سيئي وٿن جو لاڳاپو لڳہ
ليڪن
هيءَ جڳہ آهي تون- تون ئي آهين جڳہ
تون ئي سونهون، تون ئي سڳہ-
پيڌ پانڌيڙو ء دڳہ

---

Time = ڪال    Space = ديش

اِهائي ئي جيون کويتا ٿاهي
رنگين روچڪ شخصيت ٺاهي
ان ڌارا ئي تو مدش نرماڻ-
سماج سرجڻ گيان وگيان
اها ظاهري نظر کان لڪل آهي
مگر ياگ آياگ اهائي ئي ٿاهي
اها ڳجهي حقيقت چڙ هنڊائي-
انهيءَ اپاٽپ ۾ اونهي سياٽپ آهي
لاشڪ عقل عمدو واهڻ آهي
مگر هي ڪو ارالو ساڌن آهي
جڏهن اوچتو تو اُتلي اڪيات-
اَدرشت مان تو اچي آلاپ
جوت انوپ ئي ٿئي پرڪاش-
هستيءَ جو کُلي تو راز
تڏهن سوچ سمجهه کان دور دراز
پسجي تو اهو عجيب اِسرار!

## گيتا گيان

نه ڪُجهه، نه پُڇ
نڪي اجايو لُڇ
تون آهين تُون
پڙ جهڙو تُون!

وني شاهي ٻہ ٻار
نگو ٻہدر ساڙ
اکيون ٻوري مار
آگيا ايشور ڀاڙ
ڀاڙ ٿي نہ ڀاڙ
ڪر نشڪام ڪرت ڪار
ڀل جلي وڃي جهان
ڀومي بڻي شمشان!
سوچ
جيون آهي شڪتي
چال چلگت اُلٽي
لاڀ اُلاڀ کان خالي
علم عقل کان ڀالهي
چنچل چت ورتي
بي مطلب بيڪار- کٽڻو اٿئي ٻار
گهٽڻو اٿئي لاچار!
جيڪي ڏيڻو آهي اُوَس ڏيندو-
وَس ڪنهنجو ڪين هلندو
تون آهين مشين جو پرزو
نت، بولت، متوڪو
هرڪو ماڻهو هٿيو آهي-
جنهن تي ڪا ذميواري ناهي

ورڌاتا ئي ناهي ڏاهي
اها سنائن سکيا آهي!
هيءَ اخلاق ورونڌي ويچار-
آهي بلڪل جهونو جنگ باز
هن سالار وٽ سيکي آهي-
رگو ماڻهپي جي من ورتي ناهي
هي وويڪ ورونڌي گياني اگيان
آپيشاهيءَ جو عقل خلاف اعلان
هي اڄاتل اوچتم جو نادري فرمان
بڻائي ٿو انسان کي جنسي حيوان!

## سچ ڇاهي

هي نرمل جل
بلور جهڙو صاف سيتل
لڳي ٿو خورد بين ۾
جيوڙن سان ڀنڀيل
جي رام ليلا گرائونڊ تي
انبوه جيان پيا ڇُرن پُرن
(٢)

مان ڪئن چوان
سچ ڇاهي؟
شانت اوجل جل جو اک تي ڏسي

يا

ڪمپائمان ڪروڪيٽو

جتي سوڪيم سورمن جو سنگهار جاري آهي؟

( ٣ )

چا

هيءَ مورت آهي صورت

جا مون اکين ڏٺي آهي

يا

آهي فنڪار جي تصور جو رقص

جنهن ڪيوس مهانڊي ڪي

يوناني ديوتا جي سندرتا سان

پريزاد ڪيو آهي

جنهن ڇريءَ چپ ميندڪا جهڙي

مهرلما بڻايو آهي؟

( ۴ )

مرڪ پڇاڻا ڏرآلما به ڏرمالما پاسندا آهن

جنهن مان

شيطان جي شرافت

يا

شريف جي شيطانيت جو

گمان پيدا ٿيندو آهي

جنن پرمي اهن جو اگيان خواه

ماھو سمر ڪالين جو وگيان
سڀ ڪي سوريءَ تي چاڙھي
سياڻپ ڪي اياڻپ ۾ بدليندو آھي.

(٥)

انھن ھرڪا وٽ
اڃا انوسار مليُن يا ڪُلين ٻڌجي ٿي
سڀ ۾ ساوڪ، رج ۾ رنگ، شالا پسجي ٿي
اھو آھي
اسانجي لمحا جو طلسم
ڪلپنا جو وھم، سپني جو پرم
جنھنجي قيمت انوسار ڪٿ
پٽي سڀ ڪي ٻ گھو معذرو ڪري!

گيت لاڳاپو

اسانجي چت اندر
ڪو چقمق آھي
جو
اوچتو اجالل چڪي ڏرآئي
جنھن ڪري
ھرڪا حالت ھرجا گھيريل
ھر امڪان لاحد ڦھليل
ھرڪو رشتو سڀ سان ڳنڍيل

هرڪا وقت هرهنڌ پکڙيل
پئي پاسي.
اهو گپت لاڳاپي جو گمان
سرو سان سنبنڌ جو امڪان
اونده ۾ سوجهري جو اهڃاڻ
آهي اونهي حقيقت بي بيان!
قدرت جي ڪوش ۾ سيڪي آهي
ڪلا ڪيپي ڪم آڻڻ جي
جا مغزي گهرگهلايون گهٽائي
سوچ جا مڳ پختا ڪري
شايد
شبدن ۾ آهي سِرِڪار، جو
پونئر جيان پون پون ڪري
ڪپاٽ اندر ڪوپتا آپائي
هرڪو پل پيار و تو ڪري
پوء
ويچار جو هرڪو موڙ
روح جو ريلو، ريڪي دوُر
بجليءَ جي شرڙاٽ جيان
آڻيو چڙي اجالو انڌڪار ۾!
ڪو نئو جاڻي
هي ڇاهي

ڇو آهي، ڪيئن آهي.
اڄاڻ سبب ويٺو لغو اڏائي
هيئن آهي، ڪي هونهن آهي.
اسانجي سُڌ ٻُڌ ۾ ناهي سگهه.
نڪي مفلس ٻوليءَ ۾ ايڏي مٺيا،
جو هن ڳجهه تان پردو هٽائي
اُلجهيل اسرار سلجهائي!

## ويچار جي آزادي

چون ٿا
هي آهي آزاد سمو
پلي ٻولي هرڪو چڱو لڳو
ائين سچ ڪوڙ جي ٻوي ڄاڻ
لائي ڪانديءَ جي ٽئي پڇاڻ.
لاشڪ
ويچار لائو ناهي
جي ڪو جڙتو ناهه نه ناهي!
ليڪن
جتي گهرجن جو گهوٽالو آهي
ماٺهو دربل دکي اُبالو آهي
ٻڌجي ڪيئن ٻيڪاري سُيم سوامي
گهرجن اندر گهيريل پراڻي؟

(۴)

هي ڇترلگهه چنچل، ڀرمي ايماني
لوڀي ٿوڳي، ڪپٽي ڪامي
لُڏڻو ٻُڏڻو، ٻ ڇڻو ڏُڏڻو
ڪڏو ڪوجهو، ڪوڙو ڪميڻو
جو ڀور ڀور لاءِ ڀٽڪي ٿو
اندر ٻاهر ٿڪجي ٿو
سو ٿئي ڪيئن آزاد – زنده دل روشن دماغ؟
ڪو به سچو ناهي، جو زيربار آهي
سچ جي جڙ نِسوارٿ آهي
لاشڪ ويچار وائڪه ضروري آهي
مگر اها ڪا سچ جي پرک ناهي
لوڙ سوڙهه تي ڳڻ ڳوت ڪرائي
جوکي جوکم ڪان ڪيٻائي
ليڪن آزادي اجوکي ناهي
نڪي لاڀ سچ جي سوغات آهي.

(۵)

باقي
سرو ڪلياڻ آهي سڪڙو ويچار
جزوي آدمين جي دماغ جو غبار
ڪو ڪو ٿو اهڙو خفت ڀڃائي
گيان وگيان جا محل اڏائي

اِنسان ذات کا حقيقت ناهي
جنهن لاءِ ماڻهو سِر سهسائي
لاشڪ صحت روحاني ضروري آهي
مگر سوارٿي ڪيئن اها نعمت پائي
هر وقت جو ڪو سؤرُوپ آهي
ڪو بِي ريا ٻڌجي ڪٿ ڪرائي
جو نرپڪ ٻڌجي ڪري تلاش
سوئي پسي ستيہ پرڪاش!

(٦)

ڪير مٽيا مات ڪري
پرم پولا گهات ڪري
ڪير ٻاهي قديم ايمان
احمقن جا خفقان پرقان؟
هتي مٺل تا جيئرن لي تکين
ڳجهه جيان تا ماس چٽن
اُبو تو اولاد تي رَجي
ليڊر ڏيهہ پر ڏاڍو وجهي
ڪير ڪيرائي ايامن جي چپ
اونده اندڪار جي سنائن ڇِڪ؟
ورلو ڪو ڪوه مان ٻچي نڪري
ڪرڻ آشا جي ڏسي سگهجي!

## سوشلزم جي هام

يارو، ڇيرا ٿا ڇڪن
ڀورڙن کي پُڇو ٻٽائي
ڀومي ٿا ڀيلن
يارو، ڇيرا ٿا ڇڪن!
پاپ ۾ ٻڏل ڀرشٽاچاري
جنجي عيدڪي اکين ۾
ڪپٽ جون ڪوڙيون ٽيون ٽڙڪن
جن جون رڳون
روڳي رت سان آهن نيريون نيريون
من ڀراڻي ڏوتيءَ جهڙو ليڙون ليڙون
سي ديس جي خشڪ آنڊي تي
ڀرشٽاچار جو سٽيپ لڳائي
سڪل ٽڪ ٿا ڏهن
گويا جيئرا لاش
ڀيم جي ڀاڪر ۾ ٿا جڪڙن!

(٢)

هيءَ ڪنگالپڻي جي ڪوڙهه سان
سڙيل زمين
جنهنجا ڪنڌ ۽ جنوڙ
ڏنيي ۽ راتوڙ
ٻيرڻڪر جو نرڪ ڳرڪائي نه سگهي

سي ٿا هڻن
سوشلزم جي هام
مگر
ٻڌجي باس بي ايمان
ڪن ٿا ملڪ نيلام
جيئڻ ٿئي حرام!
هڻي لوڪشاهيءَ جو دم
ڪن ٿا آدميءَ آدميت ختم
هو جيئرا لاش ٿا نوسن
سڪل چڱ ٿا چوسن
جتي هجي اهڙو روح آبالو
منحوس هچارو
ٻڌجي ڪيئن ڪو ڪنهنجو سهارو
ٿئي ڪيئن
لوڪ نينارو!

## نئون دؤر

ڇا
هن پوپاڙيءَ جي پهر ۾
پرهه ڦٽندي
رات هٽندي
گوهڙ لهندو

روشن روز ٽيندو
نئون دؤر ايندو؟

٢- جيءَ اندر ڪا جهانءَ ٻئي ٻُجهي
شايد نئون ورق ٿو وري
سُپج اندر ساوڪ ۽ سونهن
شيريني ۽ تازگيءَ جو اڇاڇ
سڪل شاخ ۾ گل گونچ جو گمان
روح اندر رم جهم ٿو لائي.

٣- ڇا هن سرد سياري جي برفاني فضائن ۾
منهنجي وجود جي آئيسڪريم رجڻ لڳي آهي
جو مولڪي اُسر جي هٻڪار ۽ ذرتيءَ
جي وٺڪار ٿي وٺي
يا ڪا روحاني ڪشش سرڪ جو ست نچوئي
جسم اندر جوين ۽ جدون جا
مدوهر چمتڪار پسائي
هستيءَ جو گلشن گلريز ٿي ڪري؟

٤- ڇا مان وري حالتن جي بوجهه مان آجو ٿيڻ
خوش حال ۽ روشن خيال دنارا
زندگيءَ جا وِڪرهل وار سنواري
ساڃهه ۽ سونهن جي شڪتيءَ وسيلي
نئين جاول ٻار جيان سنڌ تو سوڌيان
سنڌ، جو نيل جو اڪيلو آڌار آهي؟

٥- ڇا مان وري ڪورو ڪاغذ بڻجي
ڪشور سمي جو ورق ورائي ٿو
ووڙهيان ٿو، لوڙهيان ٿو
ڳايان ٿو، ڪلان ٿو، روئان ٿو
لکان ٿو، پڙهان ٿو، جيئان ٿو
ڇا منهنجو جيئڻ وري جاڳڻ لڳو آهي؟

٦- اي منهنجي جيون جوش،
ڇا مان اهوئي آهيان
جنهن کي ذات ڏنگيو، ناس ناٽيو
مايوسيءَ ماٽيو، ڪٿي نه اگهاڙو
جنهن تي نازل ٿيا زلزلا ۽ طوفان
انقلاب ۽ سيلاب

جو مري ويو مرڻ کان اڳ
نيسار جي ويو، ميسار جي ويو
رڃ منڌاڻي ميغهن جيان؟

٧- شال هي سفر سماپت ٿيڻ کان اڳ
اپورڻ جي اوچتم لاءِ ابلاڪا
عاجز جي عظمت لاءِ آرزو
آبانتي سيباڻي ڪري
هستيءَ ۾ هڻڻ ۽ جيئڻ
جالڻ ۽ جاڳڻ جي ڌائنگ مان
ڪو اُمنگ اُپائي
جيون جڙلي مهر ڪري!

## ارداس

آڪاس جي گهرائين
انت جي اونهائين
ديس ڪال جي ڪلپنائن
خيال جي اوچائين مان
پڙهون اٿم
لڪندڙ ستارن جون ڪي لڙهون
جن ۾ ڀڃڪن ٿا
ڪٿ ڪٿ انمول مٽيا
ليڪسوي سورج ۽ سيتل چندر ما سدا.

(۲)

جهرڻن جي جهڻڪار ۽ بيلي جي وڏڪار
گلن جي هٻڪار ۽ ڀونئرن جي گونجار جون
ڇڻڪن پيون
چت اندر ڪي سرليون
جن ۾ مرڪن ٿا
ڪٿ ڪٿ ماڪ ڦڙا
گلاب ۽ موتئي جي خوشبوء سان ڏسيل

(۳)

طوفان جي جولان ۽ گجوڙ جي گهمسان
گهنگهور گهٽا سان ڇانئيل آسمان مان
نچويا اٿم

کي سنگهرش ۽ سنگرام
جن ۾ لڇن ٿا
ڪٿ ڪٿ ڪرال ڪال ۽ خوني انقلاب
پرڪاش ۽ انڌڪار سان پريل!.

(۴)

عورتن جي ٻڙ ٻڙ ۽ جوانن جي ڦڙ ڦڙ
سهڻين جي چلولي چرپر ۽ غلغل مان
جوڙيا اٿم
کي چند بند
جن ۾ جهلڪن ٿا
ڪٿ ڪٿ ڪي ذوق شوق
زندگيءَ جي سَبج ڌَج سان سنواريل.

(۵)

هن جڳ جي جوالامکي ۽ پراڻين جي اکين اُڇ ڪي
قلب اندر ڪڙهندڙ اپار دک
۽ ڀرڪائيندڙ الپ سک مان
وهي نڪتا آهن
کي ماتام ۽ مرثيا
جن ۾ روئن ٿا
ڪٿ ڪٿ ڪي فرشتا
مظلوم جي آهه ۽ عالمگير انياءَ لي.

(٦)

بيابان جي بازبان خموشي ۾
پوکرتي جي بي زبان هوش
انبوهہ جي بي انتها جوش ۾
جيٺ جي اُڃ مٿي دوش مان
سُڌ کن ٿا
کي بي سرا سرگم
جن ۾ بکن ٿا
کٿ کٿ ڪومل ڪنور ٻاو جا داٿا
جي ئي آهن اُرداس، جا
شل درگاه ۾ قبول پوي !

## ٻاوي

١- دل چاهي نہ چاهي - ڪٿي ڪيمن بہ آهي
چڻ من کي تون سمجهائي - ٻاوي پوڳٽي آهي
٢- صبح هجي کي سانجهي - اُس هجي کي آنڌي
سکہ دکہ اُوس ئي آهي - هلندو هل اي پانڌي
٣- هي اندکار ۾ اُجالو - لُڪ لوُساتہ سيارو
آهي ڪال چڪر جو ڦيرو - نہ ٿي تون آتوويلو
٤- جي هئون ٻڏي ترڻي تو - يا ستل سور اُٿي تو
ماٺهو مري جيئي تو - گويا جهونو هوا لڳي تو
٥- هي ۾ جيون جوالا آهي - جا لوت ٿي ڀڪائي
آهي ٺاهہ ٽوٽس جو ويلو - نہ ٿيءُ تون ڳهيلو

## ڪال چڪر

سمو سونهيريءَ جيان سُرندو ٿو وڃي
ڏيپ جيون اجاهو ٿو جلندو وڃي
چاهيم ٿل جڳ جڳ جيئان
امرت اڀ نچوئي ڪيان
محفل جي موج ماڻي وٺان
چنڊ تارا آڀ تان لاهي اچان
ليڪن
لٿا ۽ چڙهيا ڪيئي غبار
اُڇايل هردي جا وٽڙيل ٻخار
هاڻ
اندر ٻاهر ٿو پاڻ ٿي پسان
ويٺو دنيا اندر دنيائون مڃيان
اڪيلائيءَ ۾ انبوه ڪٺي گهمان
ڀوڳيل ياونائون ڀيهر ڀوڳيان
ڪهڙو ڪنهن کي ڏوهه ڏيان
پنهنجو لاهي ٻئي ٿي هٽان
ڪاش، بچي پاڻ کان پاسو ڪريان
خوديءَ جو گهانگهو لاهي ڇڏيان
آرسيءَ ۾ ڏسي پنهنجي زوال کي
ڪريان ارمان ڪهڙو پنهنجي حال تي!
هاڻ، جوڀن ڪيئن موٽي اچي

ٽٽل ٽانگو مڪڙي ٻڌجي؟
آلا
خالي خالي اٿم جهول
نا رهيو ڪٿو منجهه ڪشڪول!
ڇا ب ڪريان
ڪال ڳرڪائي ويندو-
مٽيءَ جو نپوڙو مٽي ٿيندو
ماڻهو رڳي آلما ناهي
جنهن سڌو سگهي ٻڌو ناهي
ڇا، زندگي نسوري پل آهي
مسخري جي مذاق، ڪل آهي؟
حيف آهي ڪال کي، جو
اسانجو ڳيپ سگهائي- اندر اڌوهيو ڇڏي
؟
ويچارو انسان
انادي اپاڳ جي چڪر ۾
رڙهندو رهي
جهرندو رهي!

## ڪام ڪويتا

هي ڪلاونت
رچي ٿو ڪام ڪويتا

جنهن ۾
ويچارو ولاسِ جا انيڪ اپاس
سهڻا هدن، سُرها سواس
ڇڪڇڪي جيان لائيون ٿا لڳون
ڇڪڇڪي پيار آهي جيون سار
ڪر پيار- پيار- پيار!
(٢)
سندس هنج جهڙيون
ڀسيون ڇوريون
جنجون ڪام ورنيون
اُپيون اُرهون
ڪيلي جهڙو نرم ماس
ڪوسو ڪوسو سرهو ساس
واسينگ جهڙا وڙا وار
نشيلي نيڻن منجهه خمار
ٻول ڍول جا نخرا ناز
ڇيڙن ٿا هردي جا ساز!
هو ڇني ٿو
واه جهڙيون ڀروازي ڀرڀرائون
سرپ جهڙيون سرندڙ ڪامنائون
رهڪي من جا مڙجي لهر!
انادي عنصر جا آڇهل اُپڙڪا

جي
قلب اندر ڪامڻ لائي
بت ۾ لپٽ تاءُ اُپائي
سرخ خون ۾ لوچ لڳائي
ڪاريھر جي ڦڻ ڦنڊائي
سوڙهي سرنگهه جڳمگائي
بت کي
ٻ نامو جهڙو ٻرڪي ٿا ٻڌائن
(۴)

هو چوي ٿو
شريو سان پيار ڪر
پنهنجو پاڻ ۾ ويساهه ڌر
سِڪ جيئڻ جو ڌرم
آهي جو اُسرڻ
ڏسڻ ٻڌڻ، چاهڻ پائڻ
آهي ڪرامت، ڪمال ڪرامت
(۵)

جي
ڏسڻ کي ڏسين ڏ
روپ ۾ روح پسين
جيءَ جي جڙ ڀرڪي آهي
آڪار ٿو آتما اُپائي

رس جل جنميو
اڪ سورج ڪنيا
پير پرٿوي پتر آهي

(٦)

بت مان روح اُپجيو *
روح بت منجهہ ئي رهيو
بت ئي
ڀعنجي سُوجهہ ساڃهہ
اڄ ٻڪ، ڇڪ ڏڪ آهي
بت بت سا گهڪي
ڪام ترشنا سان ڀڪي
ٻن جيئن جا جسم ملائي
ڪڪر جيان ٿو وڄ اُپائي
ڪام آهي اونهو اڻ تر عنصر
اُنپتيءَ واهڻ، وڪاس شستر!

(٧)

هو ڇوي ٿو
سگهو ٿيءَ، سرهو ٿي
سهڻو ٿيءَ، جڳہ جو ڳهڻو ٿيءَ
رڪ ڪام ڇيشٽا سان چاهہ

---

* Existence precedes essence

پراکرمي پڌي ، پل اُپاءِ
جشن
نرگس ڏسي پاڻ ئي اکين چڪن
ڏسي آئيني ۾ پاڻ، ٿي مگهن
چئي ٿا
پليءَ جيان پاڻ کي نوُس
هار جي آگوڻي جيان
پاڻ کي چوُس
شوليو ۾
عجب شيريني آهي
غضب جي ڪشش،
رنگيني آهي

( ٨ )

تون
ٿي جي آگيا مڃ
هرڪا اُلڪ اورانگهي وڃ
پراڻ ڇڪتي
اِي ڪهڙ ليتي جاڳائي
جڙ جيون ۾ پرڪاش پسائي
آهه
سنيوگ ساهس سيئو
مدش کي ملپل د پوتائن جو ور

روڳي ٻت
تو اڳهي آتما اُپائي
وپريت ٻڌي
وناش جائي ڪرائي
شيلِ اشيلِ جا وهم اُٿاريه
پاپي من تو پاپ اُپاري
جي
مگر مجهو موڳيشت ناهي
ڪاٻه
شاريوڪ ڪرٻا پرشت ناهي
تون
نر نار جو سؤروپ ڌس
سمتا، ساڳيائي، نرنتر هس!

## خيالي خلل

ڪ اٿئي
تون تون آهين
مان مان آهيان؟
ٻلا
ڪٿان تو اچي هوا وانگر
حواس اندر دنيا جو واءُ سواءُ
مان ٻڌجي ٻوان تو

ٽيلِيو ڀِڻ
جهت
وڇار ۽ وهنوار
لڳم لاڳاپا ۽ ٻول چال
اِنسان ۽ آستان
ٻنهي جي ڀاڱيءَ جيان ٿا ڇلڪن؟

( ۲ )

ڇو
وقت اوچتو
هڪ هند ٻهي ٿو وڃي
ماضي حال ۾ بدلجي
منجي مينجي ٿو وڃي
مان ٻڻ
ٻڻجي پوان ٿو ڪو ٻيو
ڏسڻ ٻڌڻ، سوچڻ سمجهڻ
ٻول چال، شڪل شبيهه ۾
ڪو ٻيو
ٻلڪل ٻيو
هي ڪو سوچ جو معاملو ناهي
رڳو ڏسڻ ئي ڏسڻ آهي
جيڪي آهي سوئي آهي

(٣)

يالا
هڪ ڪڻ
ڪين جهڙي ڪڻ
يا هڪ ڪرڻو
جو آڪاس مان اُلهي
سڄ جيان چمڪي
سيمو شعلہ زن ٿو ڪري
سو ڪهڙو اسرار آهي؟

(٤)

شايد
اها جوت آهي جنم داتا جڳ جي
جنهن مان
سرشٽيءَ جي سرجڻ جو اهڃاڻ ٿو ملي
پرڪرتيءَ جي پرڪرتا جو پتو ٿو پوي
اها آهي شڪتي جا
حالتن انوسار سرجيندي ٿي رهي
جڙ کي چيتن
چيتن کي جڙ ۾ بدليندي ٿي رهي

(٥)

جشن
وقت آهي چت ورتيءَ جو چمڪار

تڏهن
هرڪا وستو آهي جوت جو جهڪار
ليڪن
جوت رڳي جوت آهي
بجليءَ جهڙي شڪتي آهي
جا
آڪار انوسار آشڪار ٿي ٿئي
فيلسوفن
ان ئي عجيب نالا ڌري
رشين ان کي پرماتما پڪاري
خيال ۾ خلل پيدا ڪيو آهي!

## آواري جي آس

لا شڪ آءٌ آهيان ڪو راز - وشال ويچار، دور دراز
امنگ آرزوءَ جو پرواز - ويڻا ڪائنات جو آواز
٢- آءٌ آهيان ڌرتيءَ جي دل جي ڌڙڪن -
ديس ڪال جي سندر سرجڻ
سرشٽيءَ جي اوجل درپڻ - جڳاجڳ جي آتم جيون
سندر رت ۾ ٿو ساگر ڇلڪي - مغز اندر سورج چمڪي
ٿي انگ انگ ۾ اگني ڀڙڪي - ساهه اندر شڪتي جرڪي
٣- چاهيان سمجهائون گيت اڀي -
جئن سپ اندر موتي پسجي

مٽيءَ مٽ مان مچ مچي- ڀرپور جيون نرتيہ نچي
روح ۾ چڙي راڳہ بسنت- ٿئي ايشوري آسيس اننت
اُڀن ٿئي انمول اُڪنڊ- سرھو سڀ ڪلاونت!

۴- ھن آواري جي آس اِھا- ھرڪو ڀراٽي ھجي سکي سدا
آزاد نا اکٽ اُجاري جڳہ- گھڙي جيون جو نرالو ڍڱہ
ھرڪو ٻول ٻلوان ٻڻي- سونھن، ستيہ پيغام ڪٽي
ڀي ڌرتيءَ جي زبان ٻڻي- ساچھہ سرت سد ياو چڙي!
لاشڪ آءٌ آھيان ڪو راز- وشال وچار دور دراز
امنگہ آرزوءَ جو پرواز- وشال ڪائنات جو آواز!

## خاميءَ لئي نال

ڪو زمانو ھو
انگلينڊ ۾ نت شالائن لئي تالو لڳائي
ڳائڻا وڄائڻا ڪاٽ ۾ وڌائون
فرانس ۾ نوٽڪ ۽ ناٽڪي
جانورن جي واڙ ۾ دفنايائون
موليئر مشڪل بچي ويو
ايران اندر شعر وشاعريءَ جو
جنازو گھٽين ۾ گھمائي
قوال ۽ مطرب قيد ڪيائون
ويچارو حافظ ھيسجي ويو
ھند ۾ اورنگزيب ڪلاڪارن جو گلو گھٽيو

زيب النسا دانهن ڪٿي
شاه شاعريءَ جو تاب سهي نٿو سگهي.

(۲)

اُنجي اُبتڙ
عرب اميرن جا عزيز ۽ چٽڙن جا يار
ٻٽيا صلاحڪار ۽ ڪارپرداز
شرابيءَ ۽ عياشيءَ جي ٻيگهي متي
چاپلوس ۽ چغلخور
ڪدڙا ۽ ڪوجهي يت شمت هٽن
عيش عشرت، لست لذت ميسر ڪن
سي ٿيا ساجا ۽ سرخرو
پل ننگ ناموس ٻڏي
پوجا ٻک ۾ پاه، ملڪ تباه ٿئي
لڙائيءَ ۾ هار، تهذيب گار ٿئي
مگر حاڪم جو حڪم بوچشم
امام آهي الاهه جو عيوضي
هو آهي خطا کان خالي
ڪا پل ڪري نٿو سگهي
امير المومنين
هو عيبدار هوندي به آهي لائق عزت!
اهڙن آڳانن عقيدن جي پيروي
ٻٽي آهي اِنسان ذات لاءِ

پريشانيءَ جو باعث.

(٣)

هلندڙ حال ۾ اميريڪا اندر
سنا ۽ سمتيءَ جي اڇوج مٿ آئتي
انترڪش وگيان جي انوپم وڪاس
سرت نرت ۾ اضافو نہ آندو آهي
نڪي بڻيو آهي جيون لاءِ پدائڪ ۽ سکدائي
جنگين ۾ جوانن جي ڪوس ۽
ڌن دولت جي برٻادي
مهانگر جي زهري فضا ۽ گندي سياست
لوڀ لالسا جي اکٽ لعنت
بي انداز وڻن لاءِ بيسود جاکوڙ
ظلم خرابي ۽ خيانت جي للغ لڄربي
جوانن کي اڌ مغزين ۽ اوباشن جي ور چاڙهي
شستر بي مهار بڻائي ڇڏيو آهي
لوڪ سمجهن ٿا ليبڊرن ويساهه گهاتي ڪئي آهي
لوڪشاهيءَ کي دنيا دغا جو اڏو بڻايو آهي

(٤)

هن ديس جا سڀاڻ اجاڻ
آد ڪان ڌارين جي اهل لي ڪڏن
سعدن پوکي ڀچار لي پلن
لتل لباس لي هرکن

نواڻ جي اُڏاري اوٻر
پشچم جي پاروت تي پلجن
ٻوءِ پل اها سنت ٿي بانسي ٿي وڃي
ذاتي جوهر ۽ جوت جي جوکائي
جنکي رفتار گفتار جي لغار
اَلٽي سمجهه، اَٽپٽانگ ۽ لباڙ
لوڻي ۽ لفنگ جو رفيق ٿي بڻائين
هو گند ۾ نوس نوس ڪري- ٻهر ۾ جهرپائي
ڏيپ کي ڏوپ سمجهي
پڙ پڏان جي ٽان ٽان ڪندي
ڦوڪٽي جيان ڦٽندي ٽا ٻون
نتا جاڻن سندن ٻير ٻيڙهين جي ٻورهٽي لي آهن
جنت خام کي خاميءَ لي ناز-
نکو ۽ نالائق سرفراز
لوڻيو مجلس جو مور-
هُش هُش ڪندڙ هاڪ زور
اُس علم ادب جو الاهه واهي-
چمڪي چلڪي احمق شاهي!

## نچ

اي آوارا، نچ!
مکهن ٿي مؤج سان نچ

نہ جيئرو آهين!!
اَسَهوُ تقدير سهي نہ سگهي
هتي دائمي ڪو رهي نہ سگهي
هي شاندار "هاٺي" موٽي نہ سگهي
نڪي "بسنت" وري بهار اچي
نچ نچ
اي آواز نچ!

۲- هي جو تن اندر تيج ٿو ڀڙڪي
جئن جوالامکي ۾ اگهي جرڪي
ٿيون رت اندر ڪندوٽيون ڪدون
چوڙس چوڙدار چٽگون اُڏن
دليون ڪامن، من مچلن
علم عقل اچرج ٻٽن
ديس ڪال ٻڌو ٽرن
ايڪ خدايون تهن ڌهن
اَٽوُ ڪَٽوءِ مان آڪار اُپجن
ڏهر آهر پيا وڪاسجن
ڪو نئون جڳ جيئاري سگهن!
نچ نچ- اي آواز نچ!

۳- اِهو اپورڻ جو احساس
اپور لاءِ چاهہ جو سواس
ڀٽريءِ لاءِ بڪ ءِ پياس

ڪاش، هر چڪاس بڻي وڪاس
اهو تَنَ اندر ترشنا تاءُ
اڻ هوند جو اونهو گهاءُ
شل روح روشن آزاد بڻي
مدش سڌير سچاڻ بڻي!
نچ نچ
اي آواز، نچ!

## چوزن جي چرپر

ڪيئن چوزو ڪري پرواز
بنا پَرَ بڻي شهباز
کولي دبيل دل جو راز
بڻجي بانڪو بي نياز
ڪيئن چوزو ڪري پرواز!
جيسين نہ اُسريو دل ۾ پيار
ڪيو سگهہ سينو سرشار
پريو اکہ اندر خمار
نسريو حُب منجهان هبڪار
نہ چائم جيون هو بيڪار
اَلا، رکهي وٺي جمار
هاڻ، ڪيئن چوزو ڪري پرواز!
جيسين جيءُ ۾ حسن جي ڏاک جمي

هوش حوس بي باک بڻي
عشق اُمنگ ادراک بڻي
پاڻ ڪان وڌ پاڪ بڻي
پيار پوارثنا سان تلي وڃي
ڏوپ آراڌنا بڻي وڃي
روح اندر گهڙي وڃي
تقدير سموري ڦري وڃي
ڪشت ڪنهائي وسري وڃي
وِهه جو ڍڳ ئي وڃي
رخ زندگي مڙي وڃي
ذهن شاعري جڙي وڃي
رم جهم لائي موج بهار
ڇوري چت اندر ملهار
شاهين جيان ڪري پرواز
سوره ڪرڻ لي ٿئي سوار
ليڪن
آهي اجايو خفت خيال
سرگم بي سرو بي تال!
ڪيئن چوزو ڪري پرواز!
(۲)
هيءُ منهنجي ڪشور ڪلپنا
سادي جهڙي ڪوري ڪنيا

اچاتي اشتياق سان اُداس
ديواني دل جي بي داغ تمنا
ڏسي سندس ابوجهه سونهن جا ورن
اوچتا آس نراس جا ڏڙڪن
ڪشش ۽ ڪامڻ وچم ڪوڏ
چاهت جي لهج سان هوڏ
سندس روبرو چنتائون آهن بيڪار
جهڙيون سمنڊ لي ڇوليون بيشمار
سونهن جي اهڙي جيت ڏسي
انگ انگ ۾ آهي آگ لڳي
ليڪن سندس سڀهو ڪوسو ساهه
آهي جهڙو بسنت رت جو واءُ
آڻي تو آنند اپرم پار
لاشڪ آهي عجب اسرار!
مگر
ڪيئن ڇوڙو ڪري پرواز
بنا پر بڻي شهباز
کولي ديل دل جو راز
بڻجي بانڪو بي نياز
اَلا
ڪيئن ڇوڙو ڪري پرواز!

## وويڪ

آدي معش ماريو ماڻهو
هڻيائين ڪيڳي
شتروءَ تي جيت پائي
ڪٽي اُنس ڪيپ!
مگر
ويوم ٿي ڪاڻ نبوي
من ۾ پيس مانداڻ
ٻپ، شوم، ٿي چشميءَ
ڪيس پريشان
مثل جي مورت
اکين اڳيان ترڻ لڳس
واحت ارمان ۾ بدلجي ويس!

( ٢ )

پوءِ جشن اونده ۾
پرهه ڦٽي
سندس دماغ تان
اندڪار هٽيو
جوش پڄاڻا هوش آيو
چيائين
مان مان نه هوس
مون نه ماريو اهو ماڻهو

هو ۽ ماٺو- مان ۽ ماٺو
اڙي، مون ماريو مان!
مان، مان، مان!
هوُ هو مان
انهيءَ پوُر نهايت پريشان ڪيس
بي اختيار لڙڪ لاڙي وڌس
پوءِ
هو گوڏا کوڙي لڳو زمين چمڻ
جتي "مان" ماريو هئائين
ائين
پنهنجي کوپريءَ مان امرت پي سگهيو
آدي مدش
ائين اجاتي اُجاگر ٿيو
سندس ويڪ
جو
اڪيچار گمراهيون ۽ اُجهاميءَ نه سگهيون آهن

( ٣ )

اها ٻجهي سُرت
اونهي لڪل نرت
جا
مري ويل خواه اڻ جاول سان
پنهنجي خواه پرائي سان

ڀاڱيءَ جو ڀاڱ تي جاڳائي
نه
هرڪو ماڻهو "مان" آهيان
ذات اِنسان جو جزو آهيان
شرير جو هڪ انگ آهيان
مُڙهي ٿي ذميواري
سڀ ودّيا ۽ سڀ ڪلياڻ جي
جنهن ۾ سمايل آهي ٻئي جو سک
منهنجو سک، سڀ جو سک!

( ۴ )

آد ڪان آدميءَ ڄاتو آهي وويڪ
جو آهي اندر جي لٽ ۽ نيڪ
اهو ڌرم راڄ آهي حاضر ناظر
اِنسان ذات جو سڀ ساکي ايشور
هڪوار هو جاڳي اُٿي
جراح جي نشتر جيان چيري وڃي
آنڌ مانڌ سان وهڻ وِهه ڪري
سگهو شرير ٿو ڇوري وڃي

( ۵ )

اهو ضمير لازمان لامڪان
هر قلب اندر براجمان
آهي سخت اٿر ڪنٽر

ڌڪاري جو شخصي ريڪ، اڊمبر
هو آهي ريت نيت جو رکپال گپت
اتهاسڪ انيو جو بالادست
هو آهي سماج شيوڪ ڪميونسٽ
ڌرم مرم جو وڪيل چست
هو ڳجهه ڳوهه ۾ تو حڪم هلائي
گمراهه ڪي سنئين ڏڳ لائي
گرچ هرڪو ماڻهو خود ويڪتي آهي
سور سهي تو سبق پڙهائي
ڪشالي سان وِکه وڌائي
وس پڄندي موڙ بدلائي!

## مان چاهيان

مان آهيان
ڪو پاپ پنج جو ڪيتو
جنهن ۾
انيڪ پراڻي پيا اٽڪن آتمن
ڪجهن ڪامن، لڙن مرن
پاڻ ۾ نه
پريت تا پريتن سان وڙهن
انڌا تا انڌن سان ٽڪرن
سندن

ويڙ وروڌ، ٻوه ڏوه
ايڙڪائون اڇائون
وشواس شنڪائون
واسنائون ڪلپنائون
مونکي وڪوڙي ٿيون وڃن
جڻ ستار جي تند ڇڙي
تئن هو منهنجي رڳ ٿا ڇڪن
سندن ٻول منهنجي مک مان ٿا نڪرن
سندن سواس منهنجي نڪ مان ٿا ڪڇن
مان پيڙجان ٿو ٻاپن لاءِ
جي مون ڪيائي ڪينهن
ڀوڳيان ٿو انڌير لاءِ
جنهن لاءِ آءٌ ٿلاهي ناهيان
مان وسوڙل
اهي طلسم لهندا چڙهندا ڏسي
فريب جا خيما کپندا کڄندا ڏسي
پڇان ٿو پاڻ کان
ڇا مان ئي ٿو اهي رنگ رچيان
اگر جي پيپ مان پولڙا ڪيان
ڌج اندر مهراڻ مڌيان؟
آخر
مان ڇاهيان

هي هڏو ۽ ماس
گوم رت ۽ سواس
ڪين سڪڙو سپنو ۽ سراب
بدبدو ۽ آڀاس؟

## ڀرتيءَ جو انتم ڦل

ڇا
مانوَ من هڪ آهي
شريرُ اکٽ اکيچار
وڪست وٽ جي وٽ انوسار
ٽٽي ٽي سوجهه ٻوجهه نروار
منش آهي
ڀرتيءَ جو انتم ڦل
مدڄهس
سمورو جيون اتهاس لڪل
هرڪو ڀراٽي آهي ونيل وڙهو
ڳتيل جنهن ۾ ڇوري ڇورو
سيئو تاٽيل، اک ۾ خمار
ٽڙڪو ڀڙڪو، اڙٻدگه چال
ڀهچ ڪان ڀري لاءِ اونهي اکير
ڦقڙ ۾ بسنت جي تازي هير
جان لڳيس عشق جو اونهو گهاءُ

مومل سان پريت جو چڙهيس سوداءُ
کو رنگيلي جا رنگ ڏسي
گويا ساوڻ ۾ ٿو مهراڻ مچي
بادل گوڙي گرجي برسي پوي
جئن ٻج مان ڌرتي سلو ڪڍي
ٻوٽي مان ٻور انگور ڦٽي
ٽڻ ڪنوات ٿو گهوٽ بڻي
ٻاپڙي ٻيلهه ڪري ٻار ڪٽي
پوءِ
وهي ڳهي، نهي ڏهي
ڊوڙي ڊڪي ٿو ساه ڪٽي
ٽان وار اچا، مٿو گنجو ٿيو وڃي
ڪراڙو "ڪاڪو ڪاڪو" چئو وڃي
ائين
ڪال چڪر ٿو ڦرندو رهي
ماڻهو جمي جمي مرندو رهي
مري مري جمندو رهي!

## اوت پوت اروڪ

ميٺا
مان اڄ ۾ هوس
ڪنهن نار جي نانءُ ۾ اڙيل

ڳوڙهن جي ڳرنٿ ۾ ڳتل
تقدير جي ڏوڙ ۾ ٻڌل
منهنجا ڪي انيڪ اهم آهن
اُجاڙ جي اونداڪار ۾ لڪل
جن جا پوڄ روڄ
آس نراس، هرک شوڪ
اڪت لاڳاپن ۾ جڙيل
خود فريب جي پيچ ۾ پوڙل
ڪڏهن غيبي نموني اجاگر ٿي
اونهي وسر جي اوڙاھ مان
اوچتي ساڻيهه جو دهو پسائي
منهنجي انگڙيل ونگڙيل وجود جو
اظهار ٿا ڪن
اسين
جنهن نت اندر جيئون ٿا
لڏهنجو ڪڙا ۽ ڪوهي نٿو سگهجي
ڳوپا
هرڪو پل آهي انت
انادي اڪال اينگ!
روح مولي تو اچي
رلڪ منهج لي
پائي وس هندي سدي

ايراني عربي، چيني فرنگي
جيون اندر آهي لڪل
اَمٽ پياس
انامن جو غم ۽ چِت اُداس
ماتا جي ممتا، ڪنيا جو اُپواس
سونهن جو چشمو، مهٽ سواس
ست اندر جوت جو واس!
هي جيون، جوڀن، موت
آهي اوت پوت اروڪ!

## منش آهي پرم پرڌان

زندگي نه چاهي ننڊ آرام
اڇل ڪائي آبشار جيان
ٿو وهندو وڃي آب روان
ڏسي اهو چڪر چلائمان
ڪرانتي، سنگهرش ۽ سنگرام
وڪاس وناش جو مانڊاڻ
آهن گياني وگياني حيران!
هت ڪو دم جوين ڳائي
من هرڪائي ٿو بسنت بهار
علم هنر جا ورق ورائي
ڳائي نراس ٿي آس جو راڳ

اجهل روح اِنسان سندو
چاهي ڳرڪائي چنڊ آفتاب
مگر
جوڪي پڙڪي، ٿڙڪي ڀرڪي
تو پانئين جاڪوڙ بيسود بيڪار
جنهن
زخميل پکي ڀڙا هڻي
هرگز ڪري نه سگهي پرواز
تيئن
ماڻهو پڻ ٿيو ڀوي بيزار
سمجهي زندگي ذليل
روح رحمت لاءِ لاچار
جيئن
جيون جامو جيوت آهي
سگهه ساهس پڻ سِمت آهي
ماڻهوءَ لاءِ آهي منش ڀڙان
اهوئي آهي سندس پاڳ پڳوان
هڪوار
ڊڙجي ڀوي اِنسان
مساڻ بڻجي سارو جهان
هتي

منش ني آهي پرم پرڌان
هرتا ڪرتا، ڪرپانڌان

## هيءَ تهذيب

هي مانداڳ
جو پريشان قلب جي
عاجزيءَ مان اسريو آهي
جنهن اندر ايامن جا صدما
انيڪ گمراهين جا گهومانٽ ۽ گهيرٽ
سمايل آهن
سو مونکي پاءِ نٿو پوي
نٿو پوي!
ڪيئن ڪريان
اهو ناهه چاهه ۾ تبديل؟
هيءَ تهذيب
جا سنڌم رت ۾ روان دوان
سُرت اَسرت اندر پنهان آهي
انجي اوسر ۾ لڳا آهن ايام
اهائي الم ورثو اباڻو
جنهنجي داڻن ڪڻن لي پيو ٽڳان
جنهن بنا چارو ئي ناهي.
ليڪن

اهو ٻه سچ آهي
ته
انساني احساس جي مدنظر
ماڊرن علم عقل جي آرسيءَ ۾
اهي نهايت ناقص ٿي پاسي
آءٌ اجالي
ان کان گهڻو ٿو وڃان
ڇڄندو ٿو وڃان
ڪيئن ڪريان
اهو ناهه چاهه ۾ تبديل؟
هي مغز
جنهن ۾ اهو خيال برق زن ٿو ٿئي
سو ڪو سگهڙو ڪمپيوٽر ناهي
تڪي پاڻ کي بيوقوف بڻائڻ جي مشين
آخر
ڪو ڪيترو پاڻ سان ڪوڙو ٻوندو
سوئر جيان گند ۾ ليٽڙي
سوڀيا، سياڻپ، سدياءُ کان ٿهي
بري کي ڀلو، اونده کي سوجهرو سمجهندو؟
منش آهي من-ايش
سرشٽيءَ سوامي، جڳديش
ڊر نه آهي ڪين جهڙو
خسيس، خسيس!

## پر شرير نواس

هيءَ صورت ۽ آواز
ڪتان پرڪٽ ٿيو؟
نئو ياليان
اڄ ڏٺو پڌو اٿم
نهايت ويجهو عزيز ٿو لڳي
شايد
ڪو آڳاٽو ناتو گهلي آيو اٿس
چا
اڄ پوءِ جو سنڌو ميساري
سمو سميٽي
روح سان رشتو جوڙي سگهجي ٿو؟
هي شخص جو ناگاهه
منهنجي نڪ مان ساهه کڻي
منهنجي اک سان ڏسي
منهنجي مک مان بولي
منهنجي مغز سان سوچي
پنهنجي شڪل مون لي مڙهي
مون معرفت
پاڻ پسائڻ جو آياس آپئن ٿو ڪري
تنهنجي ديهانت کي ڏهاڪو ورهيه ٿيا
مگر

آءُ سندس دل جي ڌڪ ڌڪ
امنگ جي اٿل ٻاڙ ۾ محسوس ٿو ڪريان
حيرت آهي
ڪيئن اهي اجنبي مون ۾ گهسي ٿا اچن
حال وندن، چاهه مان چمن
مونکي ۾ پاڙ ۾ سمائي ڇڏن.
اهو انيؤ
آڳاٽي کي ٻاڇاٽي سان ملائي
سيڪي ٽڙي ڪڙي هڪمو ڪيو وڃي
شايد هن سنسار ۾
انيڪ ٻنڪندڙ ڀاونائون ۽ سوکيم ويچار
وقلندا ٿا رهن
جي اسانجي وجود اندر
روحن سان غيبي رشتي جو
انومان ٿا اُپن ڪن.
ليڪن
هر شرير نوان!
ٻين جيئن جو ٻاڙ ۾ واس
هستيءَ جو ڪو اڄاتل رخ آهي
جنهنجي ساڌارڻ منش کي
سمڪ ئي ڪانهي

## پرئن مٿان پرت

هن سنسار اندر ڪي آهي، جو
اَجاتي اسانکي ڇهڻي ٿو پوي
جيون پٿ تي وهندي گهمندي
ڪنب جيان اوچتو اٽڪي ٿو پوي
جئن وڻ جي چوڙي هيٺ ڳرنٿ
چڪر اندر چڪر ٿين.
تئن وجود تي پرتن مٿان پرت
تهن مٿان ته ٻجهندا ٿا وڃن
تانجو اسين ڪپ ڪتل پيا لڳون
اَسٿل اَچل ٻڌجو پئون
هيءَ رڪت ڌارا، جا ساموندي سِير جيان
شرير اندر سُرت تي اپائي
تنهنجو تاپ پڻ ڳجهه ڳوهه ۾ ليٽيو لاهي
جيون گنگا جي چست رفتار سست ڪيو ڇڏي
لاشڪ سنسار اندر ڪي آهي، جو
اجاتي اسانکي ڇهڻي ٿو پوي
جيون پٿ تي وهندي گهمندي
ڪنب جيان اوچتو اٽڪي ٿو پوي.

## راڌي شيام

چاهيان ٿو، ٻڌجي پوان

راڌي شيام - راڌي شيام!
نہ شيام ڪٿي شادي
نہ راڌا لڌيون لانون
نہ جهڳيائون ڏيئہ پنڌ
وڃي ڳجهيءَ ۾ ڳنڍ،

(٢)

ڇو ڪين آءُ ۾
رسي پوڇي، هسي روئي
ٿهي ٻُڏي، لڪي ڇپي
اڪ سان اڪ ملائي
چپ سان چپ چسپاني
پنهنجي راس رچايان
رنل روح رجهايان؟

(٣)

ائين ڪيڏي خشڪ جيون جو خلل
مونجهہ، موڳہ، ملال
جهونو جهنجهٽ ۽ جنجال
ٻيرس، ناڪامي، بدحال
سوري ساري ڳہ م ٿين لال
ٻڌجي پوان راڌي شيام
راڌي شيام

## يوڪلپٽس

اڄ
آسمان ڌرتيءَ تي لٿو پيو
گويا پريمي پريما لئي جُهلي پيو
ڳجهي ڳجهي وڏڙو وسي پيو
رستو جمنا ڪئنال ٻڌجي پيو
هاڻ نٿي اُجهي ڪرت ڪار
وندر ورونهن ٿي بيڪار
ٻانيان دريءَ سامهون وڻ ڏسان
يوڪلپٽس سان حال ونڊيان.
ورشا ۾ هنجون لامون لڙيل
پاسن ٽيون ڇتيليءَ جون ڇڳون ڇڙيل
سڄاڻا ڪا ويڪس ڪيش ڪيرائي
مُکُ ڪري ٿي پاڻ پسائي
هوا ۾ ڏسي لُڏڻ جي ڏوڙ
سُڄهي ٿي نوورنيءَ جي لچڪ لوڏ
سندس سفيد اٿي سنهڙي ڏيک
آهي جهڙي ڪنوار جي سوڙهي چولي
سندس ڏگها ساوا ڇهبدار پن
لڳن ٿا مانيڪيورڊ چلڪڻا نهن
سندس هر چال آهي معصومانه
ٻيهڪ، بناوت، روش لاثاني!

واهه

آءٌ به ڪو سودائي آهيان
پل پل ٿو ٻُڌ ٻهڪيون ڪانوان
شاعري شغل ئي اهڙو آهي
جڻ ڪو ويٺو يڪُر ڪائي
البت آءٌ ڪو آفيمي ناهيان
ڏينهن ڏٺي جو گهيرت ڪانوان
منهنجي وِٿل آهي لمبو عرصو
جهڙو يوڪلپٽس لڳي ٿو اُڀ ۾ نيرو
هنجي آڱر ٿي آسمان ڏي کڇي
اشاري ۾ اڻ سليل سوال پڇي
جن تي ڪندي خوض خيال
پرايا اڻ فڪري جنجال!

لاشڪ

دليءَ ۾ آهن درخت بيشمار
ديسي ولائتي قداور شاندار
ليڪن وڻي ٿو مونکي يوڪلپٽس
سفيد سهڻو سڳنڌت پرڪش
سِري سِري وڃيو ڇهي عرش
پوءِ ڇو ڪين وڻي اهڙو سرڪش!

## ڪبوتر

هي ڪبوتر
جو روز پاڻي پيڻ ايندو آهي
ڏول ۾ ٽپ ڏئي وهنجندو
وڻ لاهي پاڻي گندو ڪندو
ڳچي ڦوڪي، ڦيرڙيون پائي
سائڻ سرچانيندو آهي
سو اڄ
پنهنجو زخميل پڇو هٿ ڇڏي ويو آهي
شايد
موت کي پيو مرم
تقدير کي آيو شرم
هن ابهم ڪان پاسو ڪري ويا
هاڻي
هو نڪي ڪاڻي ٿو، نڪي پيئي ٿو
نهاري نهاري اکه پوري ٿو
ويجهو وڃڻ سان ڇرڪي ٿو
سسڪي ٿو ۽ سڏڪي ٿو
نٿو ڄاڻان ڇا سوچي ٿو
مان چاهيان ٿو
سندس دل وٺان
ڇاتيءَ لڳائي پيار ڪريان

اُنَ جل ڏني سگھو ڪريان
آکيري ۾ وهاري ڇڏيان
وس پڄندي ڪيس سگهي ڪريان
چوانس
مان ٻلي ناهيان
ڇيرو ناهيان، شيڪرو ناهيان
سنڌس جائي جم جو ويري ناهيان
ڊوکيباز ۽ ٺوهي ناهيان
بلڪ آهيان سنڌس سائي
هڪ اهڙي جڳهه ۾
جت اڪ ڪلاڪ سان
انيڪ ويري وينا واجهائن
پنهنجا تيز چنبا چلڪائن
خوني نگاهن سان چرڪائن
ڏانون ڏند رڙڪائن
هي جڳهه
جتي انيڪ جيءَ تا جُهرن
پيا انڌن وانگر اَجهڙن
ڀڄي وهي ڊڙبو ٻون
ڪوڻ ڄاڻن ڪاڏي تا وڃن
نڪي ڇو لاءِ، ڇا لاءِ تا جيئن
اجائي اوچتو لڙهو ٿيو وڃن

أتي ڪيئن ڪري هو وشواس
آءُ آهيان سعدس شپ چنتڪ
سهايڪ ۽ قربدار!
مان ته منجهي پيو آهيان.

## شل مري

هن جي ڪِڪي
چيخي چيخي
ساڻي ٿي پئي
ڪٿي ڪو سور هوس
ڪو چيڪو هوس
جنهن سمهڻ نٿي ڏنس
ماڻس چيو
شل مري
ته جند ڇٽي.
وڏي وڏي ڏڏجي پوي
ته سامهون جو ساه پٽيان
هيڪي پڙو ته آهي
ٻوڙوٽي لڳه ڪوسا ٽيمس
نه پڇي ڊاڪٽر وٽ
مڪو
هيءَ آهي ڏيءَ

هفتو سانده پئي ڦتڪي
نه سُتي نه ڦڪي
نه ويڄ نه طبيب
ڇوي ٽي
ڇو ڄائي
موڪي ڪانه کپي - ڪانه کپي!
سوچي نٿي
ايھو سان ايڏي بيرحمي
پاڻ لئي
وئل وهائڻ سمان آهي
ليڪن آد ڪان
عورت آهي نردئي
پنهنجي جنس جي دشمن پنهنجي دشمن!

## ڪِڪو

ڪِڪو
اوُر جي آسايش
بي سُرليءِ جي سڪدائي حالت
گرپ جي غش ماڪجي
ڇڙهيون هٽي، رڙي رنيي
آسمان تو ڏاري
سندس ڪوپ جو ڪاٽوئي ڪونهي

ڇو آيو، ڇو جايو
هن دکي دنيا ۾
اک ڪولي ۾
ڏنيءِ ڏنيءِ
ڪن ڏي ۾
ڇرڪي ڇرڪ
ساھ کڻي ۾
سور ئي سور
سندس ڏمڻ ڏوڻ تي هويل ناهي
نڪي اک ڏسڻ تي
ڪن ٻڌڻ ئي
آواز جي ڏڪ ڏڪ
روشنيءَ جي ڇُپ ڇپ
تڏي ڪوسيءَ جو آواز
اڪت بڪ جو عذاب
جيئڻ وهه ڪيو ڇڏيس
انهيءَ جُت ڪان بچڻ لاءِ
من هڏ هيٺي ڪي
ڪارساز اٽاسو ڪيو آهيءِ
انڪري
ڏسي اهڙو ڏڏلو
جهڙو فانوس جو سوجهرو

ٻڌي اهڙو اڻ ڇڻو
جهڙو ٻري کان ٻرلاءِ
ڳيچ سمو اوُنگهه ۾ ٿي ننڊو وڃيس
ٻاقيمت ڦٽ ڦٽ

ڇپ ڇپ، رنڀ رڙ
هي ڏيڍر جي ٽڳن جهڙو ڏنگو ڦڏو
ڳوهيل انءِ جهڙي ماس جو ٻڌوڙو
ڏاڍي ڏکيائي سان ماٺو تو ٿئي
اول ته آهي
هو رڳو وات ئي وات
ياڻين برهماند ڳوڪائي وڃي
آهار لاءِ آنڊ مانڊ
ڇتي بڪ، تيور تانگهه
آڌير، اتاولو، حاڪماڻو
هوڏي، هٺي، ڪروڌي
قيسر بڻايو ڇڏيس!
هي پيٽ
سواءِ ڇڪڻ چوس کي ڪين ڄاڻي
چاهي هوڪا وٺ چٻي، چوسي، ماڻي
سعدس کو ٻري
پيٽ کان به وڌ خالي
پيچ پيچ ڪري تو ڄاڻ پرائي

هو ٻڌڻ کان وڌ ڏسي سگهي
باندر وانگر پيو نقل ڪري
ڇتونءَ وانگر ٻڙٻڙي
نيٺ ٿڪيس
قد ٻت هڏ پڪو
جهلي پيو هي اوتڙو اڏنگو
ڀڄي اڏين مان آزاد
ٿي پوي شتر بي مهار
اوندي مست، الٽي چال
سمجهي سيڪي آهي روا
بيسود پاڻين رسم رواج
ٻڌي ڪو سندس ڇتر ڇڙڪ ٻول
واد وواد، بي انداز گوڙ شور
پاڻين ٽيٽيهر جيان
آپ ٽنگن تي جهلي
ڪامرانيءَ جو قل پٽي وٺي
سندس ڀيڄ کان ڪجهه پري ناهي
سيني هڪيو تڪيو حاضر آهي
جان ۾ جنبش، جيءَ ۾ لوڇ
رت ۾ نشي جي اوت پوت
هيءَ مند ٿي ڪرانتي ڪاري ٻڌائي
مغزءِ انقلاب جي ڌمال وڄائي

انڪري ٻوڙهي ٻُڍويءَ جي پاپي جيئن
ڏُشت آنمائن کي سدائڻ سولو پيو لڳي
ارمان
آدرشي جڳ ۾ جيون اپائڻ آسان ناهي
حقيقت رومان کان نرالي آهي
لاشڪ هي قدرت جو قهر ڇنبو
اڳياڙيءَ ۾ سکھ آهي، سياٽپ ناهي
پوياڙيءَ ۾ سياٽپ آهي سکھ ناهي!

## هيءَ ٻومي

هيءَ ٻومي ڀرشٽاچار - ڪوڙين ڪوڙهيا ۽ ڪنگال
جهنگلي جاهل ۽ بدڪار - اڻ مئل نر ۽ نار
بيڪار نؤنهال - پيچ ڏاهه، ۽ ساڙ ٻار
لاڪ آئوٽ ۽ هڙتال - سوڪ ٻوڏ ڏڪار
حاڪم پاکنڊي بدچال - دراچاري ڪاروبار
بداخلاقي ڀونچال - جن ڪيو جيئڻ وبال
هي ننڊ آهي ڪي جاڳ - مارڳ آهي ڪي ماڳ
ڪرم آهي ڪي ڀاڳ - ڪجھ سمجھ ۾ نٿو اچي!

(٢)

چون ٿا لڏي ويا وڻجهار
سڄڻ پيٽان وڌيا نڪتا - حلالين ڄڻيا حرامي ٻار
اوندو عقل اندي ڀرمار - ٻول جن جنسي گند گار

ڪوڙا ڪميڻا نيسمار - ساڻ ٻار جنهين ڪرڻ ڪار
ڇانهه ڇڪون سڪوئت ٻاڙ - ڪم ڪرڻ کان صفا انڪار
اهڙي ويرهت ٻڌي ۽ ونشالا ۽ بيمار
ڪيو آهي ديس بيحد لاچار!

(٣)

ليڪن
ٻار حرامي ٿيندو ناهي - هوڪو ڄم حلالي آهي
هو ڪنهنجو جايو نپايو آهي - سماج لانيو پاليو آهي
جي اهو امڙ حرامي آهي - ٻار ته اهي لڇڻ پرائي
هو ڏسي ٿو
سندس پاپي پتا پائي ٿو ڪهيري ڪاڏي ۽ جي ڏوتي ٽوپي
سداچار جي پروَل وجائي - جنهن هند جو نعرو لڳائي
مٺن جي مورتي ۽ تي مالها چاڙهي -
نمرتا سان هٿ ٻڌي پرجا پريائي
ظاهري ڪي ڪين لڪائي - ته ٻجهه ڳوهه ۾ هڙ قبائي
ڪاڏي جي شين ۾ گند ملائي - مال لڪائي، اڻانت اپائي
ته وت چوسي بڪ وڌائي - ڪاري ناڻي سان ڪروڙ ڪمائي!
اهو آهي جو ان جو ابو
جو هڙپ ڪري هائي - ڏني ڪين ڪنهن کي ڳيو
سندس سالي آهن پيڙوال لچ ، ديس دروهي رشوتخور
جي سماج جو چرخو دانوادول ڪري -
ٻجهه ڳوهه ۾ بگاڙن ٿا ڪاروبار

انين مسڪين کي پيا ڪروڙين ڪنگال -
ديس ٻڌو وڃي بدحال!

(۴)

پريان ڏس سرڪس جي مست چال -
نعره زنيءَ جي اڇل ٻوڇاڙ
تقريرن جي ڇوهي ڇنڪار - غريبي هٽائڻ جي گرم گفتار
آرام حرام هئڻ جي ڇتي پڪار -
زنده باد، مرده باد جي للڪار
مڪر وشواس گم، گونج قائم آهي
ڪدڙن جي ڪرتال دائم آهي!

(۵)

ڪارج
واهه جنين وس
سي ايئرڪنڊيشنڊ فرحت ۾ رهن -
جهولو لڪ لوساٽ ڪين سهن
ڪائن ڇوڙا ۽ ڪوٽ، سوٽ ۽ جوتس پهرن
ڊنلپيلو گديلن لي آرامي ٿين -
انيڪ اردلي باڊي گارڊ رکن
مرسيڊ بينز لي ڪشمير شملي جا سفر ڪن -
وهان ۾ هر هر ولايتون ورڻن
ڪلارڪ جي سال جي ڪمائي ڪلاڪ ۾ خرچن
ظاهري مزور سان سهانيولي هڪن

تنهنجي پيٽ تي پٽي ٻڌڻ جي هدايت ڪن.
ڏورو ڪانو، وڙت وڪو، ويلو گسايو
اهي ڪاروباري بلند اقبال - سياسي حريف ۽ چالباز
چور چغلخور چاپلوس نواز - ڏلڏوڙين سان سازباز
تنهنجي منهنجي گردن تي سوار -
ظاهري هٿ جوڙ ۽ نمسڪار
آهن چوڌاري گڏه رکپال!
(٦)
ناهن هتي جا ماڻهو رڳو ڏکيا بکيا.
پر آهن واقعي چوڌاريڻ، ڪيچڙ جا ڪيڙا
مٽي مونين جوڙون تيون پلجن -
لوڪشاهيءَ جي آڙ ۾ وڌن ويجهن
مفلسيءَ جي مهامري ۽ ذلت - بک بيوسيءَ جي شدت
عاجزي ۽ اڻ هوند جي لعنت - ڪري ٿي برباد آبرو عزت
پوءِ رهي ڪيئن سالم هوش همت -
جرئت، انسانيت ۽ شرافت!
(٧)
ڪارپرداز نتا چاهن
پين وانگر ڏوڙ مان ڏن اُپائي -
ماڻهو پنهنجي پيرين سيرين ٿين
جي پارت واسي بني بشر ڪان نرالا آهن -
هو سڪ سمپتي نتا چاهن

هرڪو مريض جاهل جنسي بوهم آهي -
بک بيماري بيوسي سنان ڏرم آهي
سماج بدلڻ مشڪل مسئلو آهي -
يڪتي مڪتي اسان جو اباڻو ورثو آهي
صديون کپن تئي ملڪ سڄي مان سانو -
مٺي مرض، ڏڪر، ڏولائو
هي ملڪ روس چين ناهي -
زوريءَ مفلسيءَ بيڪاري مٿائي
اهي آهن بلڪل بيسود خفت -
آدرش وادي بيوقوفن جا بهشت!

( ٨ )

اسين اهڙا احمق ناهيون - وبهي پاڻ تي ارمان ڪائون
اڳ پوءِ جو انديشو ڪري - الاهه جو ڏنو وجهه وڃايون
ڇو ڪين پاڻ ڪائي پنهنجا ورسايون -
وزارت ڏاهيون، وزارت ناهيون
موقعي انوسار پکش بدلائي - ليکي بازيءَ سان لڙ مڇايون
گولمال سان مت منجهائي - ماٺو وڙهائي مڻ مڇايون
شل رهي لوڪشاهي برقرار - ڪلجڳ جو هي جڙ جنسار!

( ٩ )

هال هي سونهري موقعو - ٽور ڙي جنيڻ جو کنهنبو چٽڪو
ٽا ماٺي ونون، مؤج ڪريون - پنهنجا ڦريون، پراوا تڪيون
ڏنا ڏني اوڊر تي تڪون -

ملڪ رکي گروي، حرفت سان ڦٻون
اهو آهي اسان جو بلند اخلاق -
ٻوهم گيان جو ٻڌاڪ شناڪ
پراچين ديس جو ڪلچر ڪمال -
رشين منين جو انوکو مثال
لاثاني ليڊرشپ جو جلال جمال -
لومڙ گدڙ گڏهہ رکپال!

## سوچ

هي سپنو آهي ڪي جاڳہ - مارڪ آهي ڪي ماڳہ،
ڪرم آهي ڪي ڀاڳہ - ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿو اچي!

## کهاڻي

هيءَ کهاڻي آهي ڪين ڪني ڀاڄيءَ جي هوڏ دي
ٻهارو ورهين جي ڳهي، ڪيئن ٿي اهڙي ٽپ ڪڍي!
هنجي جنڪي سياهہ جي اوڙي ٻول مان
ذهني غلافت ٿي ٻڪي
ڇا هو لونيو ٻڄي
شود پاڻي ۾ شهرت ٿو چاهي
چوپٽو
ڇا جو مرم، شرم، ڌرم
ساڇهہ، وويڪ، ست ڪرم

اهڙو ويچار ئي ويچار آهي.
توکي جٿن وٽي تٿن کر
نڪي جهل نڪي پل
هاڻي پاپ پراڻو ٿي چڪو آهي
ڇڏ پاڪ ناپاڪ جو سعدو مٽائي
انسان در اصل حيوان آهي
اجايو فرشتو بڻجڻ جا پيھ پچائي
سياو کي سياڻپ جو داس بڻائي
پنهنجي ذاتي ڪام واسنا دٻائي
ٻڳي کي ٿو ڏاند ٻڌائي.
سماج آهي آد کان نپوسڪ
ڇرڪي سونهن کان، پاڻيھن ڪام مڪلھڪ
ماڻهن جي تن سان محبت
عشق سان نفرت آهي

سيينا

ڪوسي قلب جي ڪشش ٿئي چاهي
تون ڪو پراچين جو پريت ناهين
ٻوڙهو دل سوڙهو، مت موڙهو ناهين

## ڪام

تون آهين
هن صديءَ جو نئون انسان
ماڊرن منش
سڀ کان اوچو، صاحب زمان!

( ٢ )

لاشڪ
ڪام ڪڌو ناهي
نڪي شرم اهو
ڪام لاءِ ڪراهت آهي پاڻ سان نفرت
ڪام آهي جسم جي جان
رت جي ڪوساڻ
پاڻ سڃاڻ، ڪام ڄاڻ
تون خود ئي آهين ڪام
اها شڪتي آهي سين ۾ سنل
اَنت تائين رکي ٿي ماڻهو رتل
اها آهي پونجي پنهان
سالم دماغ، صحت جان
انهيءَ هارڊڪ اُڇل جو مدو آهي
لهو جيان لهي چڙهي ٿي مهراڻ مچائي
سانڍيعس ساهہ سان تہ رنگ لڳائي
تون انجي نزاڪت نفاست

حجاب حياءَ سان همت ڇُراند نہ ڪر
پنهنجي من ٿي ۽ تن تي لغام جهل
ڪام لاءِ قرب آهي سونهن سان محبت
گرچ آهي ملڻ محال دلبر عورت
روپوان جهجهيون
سهڻيون ٿورڙيون
ڪام ورنيون، من موهڻيون
تون پنهنجي صحت خاطر
خارس ڪجلي نہ اُپاءَ
نڪي تن ٽپائي ٻارڻ سان ويچار ڪر
ٻارڻ ڪي ڪنو ڪرڻ ڪا سياڻپ ناهي
ڪام آهي ڪشش
قدرت جي بخشش
سونهن لاءِ سڪ
آهي سرجڻ ڇڪ!

## منهنجو وطن

ادا

هي آهي منهنجو وطن!
پوپل زهر جنهنجي روڳي رڳن
ناهي ڪيرو جنهنجي سڪل ٽڻن
ورلو جت ڪروڙين اياڳين جنم

ادا، هي آهي منهنجو وطن!
ڪوفتيءَ ۾ جنن ڪيڙا سرن
هت بيڪار ٻکيا پيٽگا رلن
پيٽ لاءِ لولا لنگڙا هٽن
ڪاريگر نپاڻ لاءِ مرليون وڄن
ٻڍا سينگاري ٻکيا پڙن
ماڻهو ماڻهوءَ جو ماس چٽن
ايامن ڪان ڪافر مومن لڙن
ڪٿر ڪڌن، ڳانڍي ڪُسن
سنيون سڙن، ٻال ٻل چڙهن
ساڌ و چور جا سوٽا هڻن
لٽيرا دغاباز رهبر ٿين
جيڪي چون ان جي آئنڙ هلن
ادا، اهو آهي پنهنجو وطن!
هي آهي سرڳ دشمن دنيين
اتوڙين ستوڙين، جوڙن جلهن
هيءَ هر چيز ۾ گند گوبر گڏن
ڦري ملڪ اُوچيون عمارتون اڏن
جن ڪيو ڪيست پيلي، جهگوني جهوڻ
اها آهي ڌرتي، اهو آهي ڌن—
ايامن جو روڳي ۽ ملين من
ڌرا ڏني ويل ڪاراٽيل بدن

جيڏي لاش تي قاتل ڪفن
اَنڌيرو نگري‘ جو اُجڙيل چمن
جت آسان مرڻ، مشڪل جيئڻ
ادا، اهو آهي منهنجو وطن!
يار
لکڻ مان ڇا ورتو آهه
سمجهائڻ مان ڇا سوڙتو آهي
ڪاوڙ مان ڇا ونڊتو آهه
آخر ڪو ته ٻارڻ ٻرتو آهه
جي گند جو ڍير سڙتو آهه
موذي ماٺ ڪرتو آهه
شايد
ڪلڪ ڪي ڪاٺ ڪرتو آهه
ڪلڪ ڪي ني ڪاٺ ڪرتو آهه.

## ننگو ننگو

وٺي جمار گذري، خداهو ن سيڙهو ن
جليا جهان، مونکي ڪو جوائي نه سگهيو
ڪڙيا ذهن ۾ سنارا سوين
خود خدا ٻي موهي ٻوهي نه سگهيو
ڪيانون انجام اڪرام ٻار ٻار
پهنجو قول ڪوني نه پاڙي سگهيو

گوتم جي پٽ لي هليو نہ گياني
سوچ سرودر سعدس سڪائي ڇڏيو
ننگو آيس، ننگو ويندس
نقاب روح تي جهان چاڙهي نہ سگهيو!

## وستر پراڻو

هي وستر پراڻو ٿي ويو
نہ چوڙيم، نہ ماٽيم
ليڙون ليڙون ٿي ويو.
ڪنيم ڪانہ ڪوڏر، ڪلهي تي پنجاري
مٽڪو مٿي تي يا ڪا تغاري
نہ ڪيڙيم پني، نہ ڪنهن تنگ ٽاڻيو
نہ سانباهي سڙهہ، غوراب هڪاڻيو
آلا، ڪشتي ڪنڌيءَ تي ٿي ڪاجي وئي
ڪاجي وئي!
نہ ڪٿي مون سان ڪنهن جاڙ جنت
نہ سنم ڪائي گهريلي ڪٽ پٽ
نہ ڪامڻيءَ ڪو ڪامڻ ڪيو
پٽ مان رت سٽ چوسي ڪڍيو
نہ انگ اڙيو، نہ سنگ جڙيو
نہ ڏنگ لڳو، نہ ڇنگ ٽٽو
ري ڪارڻ ويس هڪاڻيو

گل جي ورق جيان ڪومائبو
ڪومائبو!
ڪي چڙهيا چنڊ تي
وٺي ٻان وِمان
ڏٺي پرڪرما پرٿويءَ جي
وڌايائون گيان وگيان
ڪن ٽوري جا تجربا ڪيا
ڪن پرٿويءَ مان پدارٿ ڪوٺيا
ليڪن آءٌ ڏسندو رهيس، سُندو رهيس
نپوسنڪ نسورو رهجي ويس
رهجي ويس!
هاڻ گذري ويل اَوس تي ڪهڙو اَرمان
ڪالهه جي ڪاهليءَ تي ڪهڙو ماتم!
ليڪن سوچان ٿو
نڪا لڳي لڪ، نه ڏوڙيو وسيو
نه ڪري وڄ، نه ٿيو زلزلو
نه ٿيو تپ ٽونس، بلغم ذڪام
مگر رهجي وئي زندگي ناتمام.
هيءَ نه آسمان جي ڀل، نه سمنڊ جي اُٿل
نه خدا جي خطا، نه تقدير جي جفا
جو خوشبو هوا ۾ ڪهي وئي
اَلا، هيءَ زندگي، وئرت وئي، وترت وئي!

# شيطان جو ناچ

ڻ سو نچي تو شيطان!

هٿ ۾ ڇري، ڪڇ ۾ قرآن - نچي تو شيطان!

۱- آڌي رات اونڌيهه مچائي - گولين جي بوڇاڙ برسائي
مارٽر مشين گن هلائي - راڪيٽ ڇوڙي، بم ڪيرائي
مچائي گهور گهمسان - نچي تو شيطان!

۲- نازڪ اَبهم، نربل نارِيون - ٻڍڙا ڪڙا، ڪنوارا ڪنواريون
ڪنا ڪونڌر، ڪنا ڪنوارِ - نيزي چڙهيا ٽنج ٻيا ڪ
ڪري ڪمار قتلام - نچي تو شيطان!

۳- گهرن گهٽين کي آگ لڳائي - مندرن محلا ٻونگيون ڊاهي
نگر نگر ۾ رڻ مچائي - ڪربلا جهڙو ڪوس ڪرائي
ڪري ٻنڌ ٻرپانڪ - نچي تو شيطان!

۴- چوندي ڇٽي عالم فاضل - مڙس مجاهد، عادل عاقل
ديش جاتيءَ جا راڪا رهبر - علم هنر ۾ اڳرا اَختر
ڪنائين پيشوا امام - نچي تو شيطان!

۵- ماري ممتاز محبوب هستون - سياڻا سورهيه، سهڻا سهڻيون
ٻڌيا ٻڌ ٻمان بلِيدان - گياني وگياني مهان
ٿيو بدنام اسلام - نچي تو شيطان!

۶- ٻڌي ٻدن ٻڍڙن جون دانهون - ٻارن اَبلائن جون آهون
ڌرتي ماتا جي ڌرن ڏڪي - شرم وچان گردن جهڪي
ماٺهو حيرت ۾ حيران - نچي تو شيطان!

۷- زر خاطر ايمان ٻوڙيائون - ماءُ پيٽ کي ننگو ڪيائون

عصمت لٽي، تهذيب ٻڏي - روشن ضمير تي زنگ لڳي
تي انسانيت پريشان - نچي ٿو شيطان!
٨- اڳ ۾ ٿيا هئا تلف تاراج - علم هنر جا روشن چراغ
چنگيز هلاڪو، تيمور نادر - ظالم قاتل، اٽيلا هٽلر
جن ڪيا ملڪ مسمار - نچي ٿو شيطان!
٩- ڏسو تاريخ جا ورق ورائي - ماڻهو پنهنجو ويري پاڻ ٿئي آهي
ٿا انادي ڪرم جا چڪر چلن - ڪنگر ڪنگريون لهن چڙهن
پيا ڦرن گهرن زمان مڪان - نچي ٿو شيطان!
١٠- هيءَ پرٿوي پوڙهي آهي - سوين صدمن جهوري آهي
ليڪن آهي اهو ارمان - انسان رهجي ويو حيوان
ٿي ويا ڪي ايام - نچي ٿو شيطان!

## سرءُ آئي

سرءُ آئي، سرءُ آئي - هزارين گل ڪٽي آئي
لذيذ ميوي جي مند آئي - ڦلجي سگنڌ سوهائي
مٽيءَ مان تازا سلا نڪتا - ساوڪ تي شبنم چمڪيا
هوا ۾ تار، بت ۾ سيتائت آئي -
فضا ۾ پونئر جي گنجار آئي
شفق ناز آفرين لباس اوڍيو -
آشا دلبر درشيه ڪٽي آئي
هنيو آڪاش تان دز دونهون - تارن ۾ چٽي چمڪ آئي
رُت بدلي، روز بدليو - شام بدلي، صبح بدليو

جوين جو روشن ۽ جوش بدليو-
روح جي رمز ۽ هوش بدليو
پسي هرجا حسن آرائي- رنگ، رونق، رعنائي
آبشار جيان اُڇل کائي- اَچانڪ تنهنجي ياد آئي
ياد آئي!

٢- شانت آهي شهر، سماڌي ۽ شانتي ڏسن،
لال قلعو، وڄ گهاٽ ۽ ڪرمڀوريم
شانت آهي چاندني چونڪ جو واپار وهنوار-
گپا گيهه، هل هنگامو، ڪاروبار
جامع مسجد جو هجوم ۽ اُڙدو بازار-
ايڊورڊ پارڪ ۽ مولانا جي مزار
بند آهن دوڪان مڇي مرغي، قورما ڪباب-
بند جهولي مارڪيٽ جو پراڻو اسباب
آٽو سائيڪل، اسڪوٽر، ڦٽ ڦٽ-
هڪ ڪس سرڪ جي جهٽ پٽ
هن ويل هوڪا بزار بند آهي-
سارو نگر ننڊ گهري ننڊ آهي

٣- جمنا پنهنجي اڇا انوسار سرندي ٿي وڃي-
ڪر کائي، ٻاسو ورائي، ترندي ٿي وڃي
منجهس ساوڻ جي موج ۽ چستي ناهي-
لب تي گگ، اُره ۾ خنڪي ناهي
سندس چال البيلي مستاني ناهي-

جوانيءَ جي خمار سان ديواني ناهي
ڏسي ڪوهن ويل جمنا جي پل -
آهي جل تي جهڙو نيل ڪمل
اهو فولاد جو اجگر آڪار - ڪَمڙي ليور جو لمبو پسار
انجنيئرنگ جو عمدو اظهار -
آهي علم هنر جو عجيب اسرار!
۴- پر پرَ آئس لال قلعي جا ڪوٽ ڪنگر -
محلات، مسجد، عجائب گهر
جت ديوان خاص و عام اُجاڙ -
فردوس جا غسل خانا برباد
پريان پسجن ٿا ايڊورڊ پارڪ جا اُوچا جهاڙ -
جامع مسجد جا گنبذ منار
منار آگر ڪڙي ٿا ڏس ڏين - گنبذ جهڪي ٿا آزي ڪن
دلي شهنشاهيت جو ڪفن آهي -
جتي عظمت اقبال دفن آهي
خاندان خلجي تغلق ختم آهي -
محفل مغل درهم برهم آهي
هن سمي اهـــي مقبرا هزار - ڪـــوٽ قلعا، گنبذ منار
مسجدون ڪنبذ هر بيشمار - ليڪن ٿا بلڪل بيسود بيڪار
اهي پارليامينٽ جي پيٽ پر بعدرا ٿا لڳن -
پيٽ پر ڪب، گردن جهڪيل اٿن!
۵- مونکي راج پٿ جا ساوالان ٿا وڻن -

جت نهر جي ڪپ تي ننڊ ۾ وڻ ٿا جهلن
سورج مکيءَ تي ماڪ جا ڦڙا ٿا ڪرن-
ڪمل روپ فائونٽ ٿا جهر جهر ڪن
هتي جي سرءُ آهي جنسي سرڳ-
شاليمار، نشاط، گلمرگ
ڏسي زمين تي سبز دسترخوان-
دعوت خوشدل خوبرويان
دور ڪان هزارين ٿا ٽورسٽ اچن-
پرواني جيان اچو شمع تي مرن
شل اسٽيڊيم، ايگزيبشن وسندا رهن-
رنگ شالا بڊ پارڪ ۾ ميڙاڪا مچن
ڪرول باغ، ڪناٽ ۾ رونق لڳي-
چاند وڪيءَ ۾ چانڪيه پوري چلمق ٿئي
سدا راشٽرپتي ڀون تي ٽرنگو جهلي-
سچيواليه سڀ لاءِ ڪليل هجي
آهي درشيه ڏسي سندم اک تي ٺري-
هردو گلاب جيان تو ٽڙي پوي
شاد هجي سدا انٽرنيشنل سينٽر-
يگانو گيان وگيان ڪيندر
سمپوزيم، ٽرسٽ، سنگيت گهر،
منهنجو دل گهريو، دادلو مرڪز!
شاد هجن لودي گارڊن جا مارگ منظر-

نوسري، فائونٽ، چائرُ چيو
جت آبشار جيان اُڇل کائي-
اچانڪ لهجي ياد آئي، ياد آئي!
هئي هير جا سندر هميشہ ۾ تي هري-
خون ۾ شراب جو خمار ني پري
گويا ڪويتا جي ڇند ۾ سنگيت ٿو سُري-
خزان جي خموشيءَ ۾ خلش ٿو پوي
چت گنڀير گيان سان گريت ڪري-
سرءُ جي ساهه سان دل ٿو جڙي
پاڻ ءِ هرڪا وٿ پئي وزندار لڳي-
ڪي ڪين اندر ڪائنات پسجي
انين جڙ ۾ ني جان جرڪڻ لڳي-
تورڙي جيئڻ ۾ جنبش اچي
ٿا اڳيات مان سوين سوال اٿن -
جواب جنجا مونکي ڪين سُجهن
وستار ويدنا پيا ٿون گهون- چمتڪار پسائي الوپ ٿين
جئن گنبذ اندر آواز گونجي-
ذوپ ذرڙيءَ ڪان متي چڙهي
ٿيون ناگاهه ايون انيڪ اچانون-
اونهي اسرار جون لوزان تمنائون
پانيان منديان ڪو هوا محل-
سج ڪلپنا جو ڪلا مندر

ڀيڄ ڪان پري پسار ڪريان - اوچو وهي اوپار اُڪران
تارن تي وصيعت لکي ڇڏيان -
ڇاپ وجود وس تي هٽان
ليڪن سرءَ جي سؤجهه تي ٻه چتسيائي آکي -
جرڪندڙ جوالا ۾ مانائي آکي
آءٌ چاهيان ٿو سمپورڻ جيون -
ريٽي سياٽپ جو سمتولن
مگر آشا هٿي بيگاني ڀنڪي -
ڪري مونکي پنهنجي ڀيڄ ڪان پري، ڀيڄ ڪان پري!
لاشڪ چنتن سان ٿو آتم اُسري -
جنن ديپ منجهاران جوت جڳي
اڃا نه آهيان آءٌ ابهم - امڪان زندگيءَ جو سڪٽو وهم
جيون پرهور پري پري آهي - ذات اِنسان ٻارون ۾ آهي
پانيان ڪي الپ آڪار وٺان -
وڪاس جا نوان چاڙهه چاڙهان
جنم جسم ۾ جان وجهي - جڪڙيل جيءَ آزاد ڪريان
شل روح سدم روشن رهي - شهباز جيان اُڇو اُڏي
ڪيلاش لاءِ ڪر ڪٽي - گنگا جيان وهندو وڃي!
ڇا قدرت کي ڪا آرزو آهي -
جا تي زمين زر افشان بڻائي
آلا ايڏيون اُبلاڪائون انهر -
جهان سمورو ڳرڪائي وڃن

زيست جا زنجير ٽوڙي - آڪاش گنگا اُڪري وڃن
چمڪار ٿو آءُ رهيس الڳ - تارن جيان پريان ڏئي جڳ
ويچار جي مٽ لي لهي چڙهي -
ڳوليندو رهيس جيون دڳ
ليڪن سوءُ سمي جي اڪيلائي -
آهه سؤنهن سنسار ڪٿي آئي
هن سهاني رات جي مانائي -
ڇوري چت ڪيو آهه سودائي
سندر روح جي تنهائي -
آهه ڪو وسريل گيت ڪٿي آئي
آبشار جيان اڇل ڪائي - اچانڪ تنهنجي ياد آئي، ياد آئي!

## انقلاب

او ڇتو اُڇل آيون هوائون - بدلجي هرجا ويون فضائون
ڪڙيا ڏرليءَ تي گل کهڙا کهڙا -
لالا آسمان رنگ کهڙا کهڙا
ڏسندي ويون صورتون بدلجي - شهر ۽ شهراهون بدلجي
پنجي ويا پاڙون جهاز کهڙا کهڙا -
اُسريا ڪشور ڪمار کهڙا کهڙا
چالو سمي جي گهمسان گوڙ -
جهوني دنيا جي خواب آلود دوڙ
آندا صبح لي سانگ کهڙا کهڙا -

رقص، رنگ، راڳ، کھڙا کھڙا
آڪاش تي جنن ڇايون گھٽائون -
جرڪيون جني اندر ليز لمائون
جاڳيا دل ۾ اَرمان کھڙا کھڙا -
ڇٽي ويا بانور ايمان کھڙا کھڙا
گردش ۾ آهي سارو جهان - انقلاب اندر زمين آسمان
مچائنا ماڻهيا آتم شوق کھڙا کھڙا -
زنده دليءَ جا ذوق کھڙا کھڙا

## من مستي

منهنجي من مستيءَ جو ڪائوني ڪونهي
آواره هوتيءَ جيان هوائي لرزشن تي ڪِري
قصور جي تارن سمائي ڪائنات ۾ تري
چت چور نگاهه سان آڇارو پير رکي
وشال ويرانيءَ جي آفاق ۾ وڃي ٿي آجهڙندي
جت پار اَپار، ڪال اَڪال جو
سنڌو سمبنبو وڃي.
هن جي جولان جي ڪا حد ناهي
نڪي سرگرم سوداءَ جي ڪا سيما
هر حالت ۾ هنجي صورت ٿي پنهجي
هر شيءِ انجو وجود!
شايد رت اندر ڪا سنڌو ٿي وهي

جا خيال، جو هر ڪو پل امر ٿي ڪري
هوءَ ور ور ڪري ٿي رخ بدلي
سُچا پٽ ساوا، ساوا پٽ سُچا ڪري
اِنساني تقدير جو محور ڦيري ڇڏي
ٿهون جي انت ٿتل ۾ انڪيل اندريون انسان
پهنجي اُڃي هوش همت، محنت حرفت وسيلي
بڻجو وڃي صاحب زمان- مالڪ هر امڪان!
ائين انهن سنگهرش دئارا
مٿش آهي آپ، خود خدا بڻجو وڃي
پوش پرمپور ٿيندو وڃي.

## ڪبرين جي تان تان

ميتبارا جيڪل آهرو بٽريءَ جي سامهون
لودي گارڊن جي ٻيءَ وٽ
جتي ڪ سرڪا لمبا درخت
سنتريءَ وانگر صِف ۾ اَيا آهن
اُتي اڪيچار ڪبرين جو واس آهي.
هونئن ته اتي ماڻ هوندي آهي
سواءِ پر واري ريسٽارنٽ مان
آرڪيسٽري آلاپ جي
جو تارن سهاني رات جي پهرين پهر
ريشم جهڙي ساوڪ تي ليٽي

بتڙ ۾ لطف آهي.
مگر سنجها ٿاٽي
جڏهن گهومو لنبا چڪر لڳائي
جوڙا جوڙا ٿي خارج ٿيندا آهن
۽ اُن ويل
مچاٽا کهڙا ڏ يهہ ڏوري
کبڙيون هتي اچي آرامي ٿيندڙيون آهن.
مونکي ڪو جهومت يا شاهي درخت
ڪونہ سُجهي
جنهن ۾ اهتريون کبڙيون
آسايشي هجن.
هيءَ کبڙن جي خاص ڪالوني آهي
جتي ڪو بيو هڪي ڏ سڙ ۾ نٿو اچي.
هتي ڏيگر کبڙيون ٿيون رهن
جي لشين وانگر ڀوڙا ڦوڪائي ڀيون گهومائجن
چوهہ مان چانگن سان ٽڪري
ٿان ٿان اُپ ڏاڙهو وجهن.
سعدن چيڪرات
چيستي سانا ٽين وچ
جهڳڙي جهڙا ڀيا ليڪن
مهاٽيون
جن ذري گهٽ

اسانکي پٺنگ ٽڙي جي ڦوڪيل اُرهه ۾
سرن درياهه ٿي ڪيو.
ڪبرين جي اها ٽان ٽان ۽
پاڻ ۾ نہ آهي ڪو جهيڙو
جو ٽوام جي گهر گهراهٽ جهڙو
ڪن ڪڙاهيندڙ ٿيندو وڃي
تانجو سورج جا ڪرڻا
ابراهيم لوديءَ جي گنبد ڪي چمي
ڪسڪي ٿا وڃن
۽
اُپ جي اونڌي ٿالهه ۾
ڪو ديپ ٽمڪڻ ٿو لڳي.
هيءَ فضا
جا جامع مسجد جي گول چڪر جهڙن گهمساني هنڌ
سا خاموش ٿي ٿي وڃي.
ليڪن
آهه چت اندر
اهائي ٽان ڪنيو پيو گهمان
جا
شانت ٿيڻ کان
بلڪل انڪاري آهي!

## ھي بت

سچ پچين
انهيءَ نهار
اهڙي ڪا آگ لڳائي
جو هڪ وار
بي سُرت بدن ۾
جنبش اچي وئي
تان جو
مهنجي رضا ۽ رخصت بغير
ڪاريهر
ڪر ڪڍي نچڻ لڳو
گويا
تون هٿينءَ مرلي
جنهن جي سرگرم شور
رڳن اندر روُن روُن لائي
انگ انگ ٽڙهائي
بت اهڙو بودلو بڻائي وڌو
جو مهنجو مٿس وس ئي نه هلي۔
هاڻ
پڇتائو پاڻ کان
هي بت
مهنجو آهي، ڪين تنهنجو

يا
نڪي تنهنجو، نڪي منهنجو
ٻالڪ
ڪرقل اندر
ڪاڙهيل ڪيميائن جي قؤلن جو
جي
اَملتاس جي چمڪٽيءَ جيان
رولاڪ مير جي هندوري ۾ الڏي
مون
معصوم مٺان
مرم شرم جي پيلن گلن جي
ورڪا ٽيڙون ڪن!

## اڻتي وٿ

هنجو ٻت منهنجي ٻت کي ائين ٿو نوسي
جڻ ڪاهو گانءِ جو ٿڻ ٿو چوسي
هنجي پياس ٿي پاڻي ڍولهي
نگاهن جا توان پيچ جوڙي
شايد
شربو ڪي آهي پنهنجي سوجهه
جاڻ سڃاڻ ۾ جيون ٻوجهه!
چوي ٿي

گهٽو ٿيو، بعد ڪر بڪواس
بيسود مت متانئو ۾ وشواس
منهنجي رنگ ۾ رڱجي وڃ
جيءُ جسي سان چڙهي وڃ
اُٿي اُٺ لکا انئو ڪول
جيون جو چالو پرواهه موڙ
وجهي مائيءَ منجهه ولوڙ
انگ انگ مان امرت نچوڙ
چا هي
جي انت پوک جو آهي ٿوڪ
ورچڙ، وقلڙ، من جو روڳ
چا
اهائي آهي سچ ڪوڙ جي پرک
جا ڪري نروار ساري سمورپ!
ماٺهو
انيڪ ورودن جي ملاوت آهي
هو هن پوڙهي پرٿويءَ جي ڏراوت آهي
جيترا آهن من، اوترا اگهن ڏن
مهانڊا نرالا، ٽن بدن
چو ٿو انڪي هوين، بيهي رهين
دليلن جا بعد بڌي، رُڪجي وڃين
چاهين ٿو

ماٺين مڪت جيون جو پڌ
ها ماڳ ڪان اڳتي وڌ
اڳتي وڌ!

## مَن رولاڪ ڪڪر

هي مَن آهي رولاڪ ڪڪر
هوا جي هلڪي جهٽڪي لي
اوڀر جو اولهه وهيو وڃي!
ٿورو اڳه
چوسا جي چشڪي لي هرڪي
چپ ٿي چُسيم
نہ او چتو
سگداسي چانورن سان
ڪتل ڪاڻ لاءِ
اهڙي لاڻ ٽيم
جهڙي بار ڪي
ماءُ جي ٿڃ لاءِ ٿئي.
پوءِ
جڻ ڪو غبار
سج جي روشن چهري لي
ڪاري چادر وجهي ڇڏي
لڻ هوا جي خال جهڙي ملال سان

من ويو مرجهندو
هاڻ
جڏهن دور دور ٿو نهاريان
ڏڏل ٿڻ ۾ ٿو ٿڃ لاءِ واجهايان
سوچي سوچي ويٺو پاڻ کي ستايان
اڙي، جڏهن وڏو ٿو ٿيان
تڏهن سُسندو ٿو وڃان
واقعي
وهي ڳهي، وڏو صدمو ٿو سهان.
شايد
ڳُوهو کير جو، ڏاڏو ڪتل جو
ڪٿان ملي نه پوي
مگر ماڻيل جوڀن اهڙو موٽي اچي
جهڙو جمنا جو وهڪرو
اوڀر عيوض اُلر وهي هلي.
تنهن هوندي به
الوداع ڪان اڳ،
هن شاهي درخت جي رقصان چوٽي تي
اُڀرندڙ اس جي سونهري ڪرڻن جي
روشني ڏسي
زندگي مُنور ٿو ڪريان!

## رنگ ڦنگ

جنن ڪا سندري
ڪڪرن مان ڇنڊ ڇڻيان
ليٽو پائي
ٻٽوڻشن ٻرفيوم جهڙو
هڳاءُ ڦهلائي
الوپ ٿي وڃي.
لشن اَنيڪ اَدماد اُمنگ
وچتر وچار جا ترنگ
ڀاو ساو جا رنگ
ڪرڻ اندر ٿيو وڃن ڀنگ
مان چاهيان
وڃن انهن جا جاچي ڏسان
حيرت اَنگيز حسن جو ديدار ڪريان
انمول رس چس جي لذت وٺان
مگر
واجهه وجهندي وجهندي
اهي شفق جي شعاع جيان
ڪيرڻ ٿو وڃن.
(٣)
ليڪن
ڪلا جو مڪرتب آهي

ٻسڻ ٻسائڻ، ماٽڻ جاٽڻ
سهڻ لهڻ، ٻوڙڻ ٻانڌڻ
وت جو سِت نچوئي
منجهان ئي منجهه لهڻ
جنن
ذهن جو ظهور
شاندار شخصيت مان ٻکي
ٻرنيا جو پرتاپ ڀڪي ٻوي.
دل جي دک دک
کلک مان ڪڍڻ لڳي.
مگر ارمان
هي اونهو اونداهو کوهه
سيمو ڪرڻ کان اڳ ئي
سکيو وڃي - سکيو وڃي!

## چترڪار

چاهيان ٿو
چترڪار ٿيان
سرشت منجهه امنگ ٻريان
ڏئي ڪلپنا
گهاٽو ڏوپ
هدايان ٻوڪرليءَ جو رنگ روپ.

ڪاش
تصور اوچ پرواز ڪري
قدرت سان همراز ٿئي
سر جي ڪاسر ڪئلڪسيون اڪيچار
وشو شڪتيون انعت اپار!
(٢)
پاليان ڪلپنا ڪلول ڪري
ڪي وچتر سر شٽيون مندي وجهي
پربت اوچا
جت عقاب پهچي نه سگهي
بيابان برف
جت سڀ جي روح پيو رڙي
تند طوفان
جو ساگر ۾ ولوڙ ٿو وجهي
گهنگهور گهٽا
جا آڪاس چانئين ٿي چڙهي
اُسرن جت
جهنگل ٻيلا، گلستان
نگر، بستيون، رمڻيڪ آستان.
(٣)
چاهيان
چٽيان هردي جا گوڙ گهمسان

خفت سوداء ۽ خفقان
خلقيان، خدايون، جوڙيان جهان
سبر سهڻا، سياڻا انسان
نيڪالاجي ۽ گيان وگيان
آهي يا نہ اڳيءَ سمجھہ نہ مان
پانيان
ليان کو چترڪار
اپار ليلا جو ڪلاڪار!

## اُڪير

رات
سهڳل جو اونهو آلاپ ٻڌندي
اُڪ لڳي وئي
جڏهن جبل تي غبار جيان
سڄاڳ سمهڻي چڙي
شايد
سندس غمگين شعر
سرت تي سدائت ڇانئيل
لاشڪ
ٻري آهي جيون ديپ جي اماس
ڳهير، آلس ۽ اُٿاس
ليڪن

جڏهن اتر واءُ جو پريشان پريت
در تي ٺڪ ٺڪ ٿو ڪري
۽ ٿڌن لڳن ٿي گرم رضائي
ڪا گهٽ غنيمت ناهي.
ڪو ڪونه ڄاڻي
سيني جي صندوق ۾ ڇا هي؟
مڃاڻا
اتي اڪيچار جيءَ پيا پٽن پنڪن
ڪو سياڻو ٻڌائي
ڪٿان ٿا اچن، ڪٿي ٿا وڃن
جڏهن ٻاهرين اک ٿي ٻورجي
۽ اچانڪ اندرين اک ٿي کلي پوي
جنهنجو جوڙ جنسار
جهان جي ڪر مچ کان ڪشادو آهي.
شايد
ظاهري اڊمبر ۾ ڪا وٿ آهي
جنهنجو چشمڪ افلاطون کي احمق بڻايو وجهي.
مان ڄاڻان ٿو
مون وٽ ڪا ٿراوت ناهي
ليڪن اسانجو روح آهي شاهاڻو
جنهنجو غيبي خزانو مفلسي مالدار ڪيو وجهي.
الست اسانکي جا امرت چکائي

ور نہ ماڻهو آهي پٿر
بي رس، بي چس!
شايد، جيون آهي ئي
اُلٽ پلٽ وهڪرو وروڌي ولن جو
انڪري جيسين خاڪستر هيٺ ٽانڊو لڪي
آس جي ڪوئل اندر ۾ ڳائي
ليسين رات مان پرڀات
سياري مان بهار
پوريل اک جي ڇنجڻ جو امڪان آهي

## هردي اندر هڪتي

آهيان آءٌ
نڪي ڪويتا نڪي اڪويتا
۾ اڪابر
نڪي آهيان
ڪو ڇند ٻند جي معب ۾
ماهر
سند ۾ مٺن
اوجهڙ ۾ آئين ٿو ڀٽڪي
جنهن ڪو
ٻري روح ٻهر ۾ ٽڙڳي
نڻو چاٽان

ڪئنان ٿا اچن رولاڪ رهڪ
اڏرڪا اپرڪا پڙڪيون ۽ گهبراهٽ
جڏهن مغز اندر
چنڊ تارا ٿا ڏنڊلا ٿين
ڪپاٽ مان
ڪي وسڪارا ٿا وهي ڇڙن
جلي ٿي شايد جيءُ اندر ڪا جوت
ڪرڻن جي آهي رت ۾ اوت پوت
هُوبهو ٿي
هردي اندر ڪا شڪتي
نئو پانيان
اها ٻه آهي منهنجي من مستي.

## اوسر

ارمان، اوسر اُسات اُجهائي ٿي ڇڏي
دک درد جو احساس گهٽائي ٿي ڇڏي
تارن جي روشني پڻ وڃي ٿي گهٽجي
اُمنگ آرزو جي تڙپ وڃي ٿي جهپجي
ڪيئن اچي جان ۾ وري اهو دم
نگاهه ٻٽجي نيزو، زبان برق زن
لاشڪ جهان آهي جستجو جو ميدان.

## آڳاٽو

ليڪن اڃي ڪتان آڳاٽو خفت خفقان
نٿو ڄاڻان جيون ۾ ڪيئن جوت ٻري
نٿو ن ديپ جلايان ته نٿين جان اڃي.

## رُنل جيءُ

هڪ دفعي سوچيم
هيءُ منهنجو رُنل جيءُ
ڇو ڪين آهي
پاڻ سان ڀرئل؟
آخر ڪار
هي ڪِت ڪِت ۽ گهٻي
ڪلڪل ۽ روسامو
ٿهي نه ڪين ٿو.
ٻوءِ پڇيم ڪانئس
ڪبي ڇا ٿوڪي
ڇو
ٻڌا مين ميڪ
ٿوڪي ڇا ڪبي؟
بلاشڪ
نه ڇڏ
جيڪي چاهيان ٿو آءُ

نہ وڻاءِ مونسان
سُر
مثل ٽيپ رڪارڊ جي.
(٢) - مگر
جڏهن ڪو آواز
جاڳائو اوچايون اُڪري
لمبا فاصلا پار ڪري
موٽ ڪائي
تڏهن هرڪو هوا جو جهٽڪو
هو گويا سنڌ مرئي سڏ ڪو.
افسوس
ڪين وريو
هُن پار مان
سواءِ ويو
جيڪي مون منجهان
رڳي ٻڌم
لهرن جي لڦ لڦ
سڪٽي ٿڦ ٿڦ.
(٣) - چاهيم!
پڇي اهو بعد ٽيل چڪر
اهو منبد منهنجي من جو
پل ٽڙڳي لري لڙهي

منھنجي پيا ۽ ھورا کورا
ليڪن
چڙھي لھر ڇوھ ماں
ڪٽي پاڙ سان پيو ڪجھ،
آيو آبشار
جو پھاڙي ڪناري تي ويو ڇانئجي
بس
ٿيو فقط
ايترو ئي ڪجھ!

## ٽئي ڪيل ختم

شانت
شانت ٿيءُ
منھنجا من!
ساڪي ٻڌجي ڏس
ھي ڪيل،
جيسين
ٿئي سمورو سماپت.
حال
انجي ھر موڙ تي
وري ٿو نئون ورق
اٿي ٿو ڪو امڪان

ڪير ڄاڻي
کهڙي ٿيندس
انت.

## سڄڻي

اي سڄڻي
سهڻي ٿيءُ، سڌوري ٿيءُ
اها لچاري اک ڪٿي نهار
انهيءَ اشتياق اک جي نهار
هردي اندر آڻي ٿي عجيب اداسي.
سوچان ٿو آءُ
تون ٿي ڪٿي ٿي سنگم
جتي
سنڌو ۽ ستلج جو جل ملي وڃي!
جٿي ڪلاولتي روح
سنگيت جي ترنگ ۾ تڙپي
لڳن هيءَ جيءُ منهنجو
تنهنجي لوڻبر سان واسجي ويو آهي
پانيان تو
منهنجي اڌير من اندر
ڪي گلاب ٽڙڻ لڳا.
تنهنجي بادام جي گل جهڙي

گوري لساڻ
اهڙي ئي وڏيم
جهڙي بهار جي هير
جڏهن
شرميلي اک کڻي
حجاب وچان
خاموش ئي وچين ئي.
۽ تنهنجا آواڪ بول
سنڌم رت اندر
سرور جيان سُرڻ.
آءُ جاڻان ٿو
تنهنجي چال ۾ کا چترائي ناهي
نون
اهڙي سدوري ئي لڳين
جهڙي ڪبوتري
جنهنجو چرڪ
خود چڪيندڙ آهي
تنهنجي جاڻان
تنهنجي سارنگيءَ جي تار ۾
کهڙي تدوار آهي
لڳيتو
تنهنجي سادي سباجهي

سونهن جو سرود
منهنجي ازلي آسات جي ڪافلن جي
اَڄ اجهائيندو.
تون نه پڇ
مان ڇا کي ٿو ڀانيان
يا
ڇو ٿو ڀانيان!
تون
سياڻي آهين نه ڇا
سياڻي ناهين نه ڇا!
سهڻي ٿيءُ - سدوري ٿيءُ
اها لچاري اڪه
ڪٽي نهار
نه
ڪو آٿت اچيم.

## آڏنگو ٻه ڏنگو

مغزي مانداڻ جي
لڳاتار اُڻ ٽڻ ۾
ڄمار جو ريشو وهائي
اُٽيم اڪيچار تاڪيا
اولي، سوٽي، ريشمي

چا ته
سندن اوچ اُٽت
رنگ رونق هٿي!
ته سندي
اک تري
دل وهسي!!
چاهيم
وستر ٺاهي انهن ٽاڪين مان
ڇپائيندس پاڻ
سردي گرميءَ کان
بلڪ
پڪيندس پنهنجي انادي اوگهڙ
جا
ماڻهوءَ کي مروڻ جو
هم جنس ئي بڻائي
ليڪن
چا چئجي
وئرت ويو
سندم ڪشت ڪشالو
سوين سورن ڇاٽا ته
هي ڏنگو، آڏ نگو
ته ٽنگو

رهجي ويو
جهڙو جو تهڙو
ها،
جهڙو جو تهڙو!

## اُداس چِت

اُنءِ پار جا ڪارا ڪڪر
اوڍيو ڍڪجي ويا
جت سورج
سدن ڪنار
جار جيت جي ساڙهيءَ جهڙي
گُلگون ڪري ڇڏي.
مگر
جمنا جي هِن پرَ
شانتي ڪن ٿي
هلڪي وَرڪا جي ٿَرِ ٿَرِ
ڌرتيءَ جي
لتل هنشين ٿي
هنجون هاري
گل گونج ٿي
خاموش لڙڪ لاڙي
اُداس چت
اَشانت ڪيو وجهي!

## ڪسڪٽي گانڌار

گنگا جل جي
سرد سرڳ مان
ڪو ڪونه وريو.
مگر
پل جي هن پار
ڀاڙ جي ٻاسريءَ واري
ليز وهڪري مان چڪي
مون
ٽوڪي جيئدان ڏنو.
ٽڙ هن
ٽون ڪڇي ڪميا هٿينءَ.
ٽنهنجو بدن
ڀشم جهڙو نرم
ساهه
ايسپريسو جهڙو گرم
سنهڙي ڪرائي
مڇيءَ جهڙي ڪسڪٽي
نهار
ٽوڙ ڀٽڙي جهڙي
مشڪٽي هئي.
عجب

پڪڙ ۾
ڪيئن اچي وئينءَ
سوکهي گرفت ۾
جهلجي پئينءَ!
هاڻ
انهيءَ حادثي کي ٿيا
ورهيه
لون
گلاب جهڙي شاداب
ٿي لڳين
مگر آهه
پنهنجي تهخاني اندر
تنهنجو
ريشم جهڙو نرم بدن
ايسپريسو جهڙو ساهه گرم
نور ڀرڙي جهڙي مشڪڻي نهار
مڇيءَ جهڙي ڪسڪڻي گلنار
سالڊ ٻڌو اڃان
پاٽڪي
اهڙو ئي تازو ٻيو سمجهان
جڻ
انهيءَ وچ ۾
اسريو ئي ڪين آهيان!

## اوري آءُ

اوري آءُ سڄڻي
اورلي، اورلي، اورلي!
١- اِن اَک جي جهلڪ
اَرهه جي ڏمڪ
مان جهلڪي ٿو اَڪهڻ
جهڙو اَپ ۾ چنڊ!
اوري آءُ سڄڻي
اورلي، اورلي، اورلي!
٢- انهي هٿ جي مهڪ
گرم خون جي تڙپ
مان ڀهڪي ٿي پريت
ڪُهه هوي ريت ليت!
اوري آءُ سڄڻي
اورلي، اورلي، اورلي!
٣- اهو اَنگ اَنگ ۾ شباب
اهو حسن لاجواب
چوري ٿو رباب
آ زندگي زرين خواب!
اوري آءُ سڄڻي
اورلي، اورلي، اورلي!

۴- جڏهن تارا ٽا ٽمڪن
لڏهن ڀاڪر ٽا پڙڪن
گل ٿي ڪوسو ساهه
آهه دلين جو لڳاءُ!
اوري آءُ سڄڻي
اورڻي، اورڻي، اورڻي!

۵- ڏس ٻوهه ڦٽي آهه
واهه جي هيڙ ڪلي آهه
گل گونچ جو هڳاءُ
آهه جوڀن جو اماءُ!
اوري آءُ سڄڻي
اورڻي، اورڻي، اورڻي!

## ٻه نينهن

ڇا ساوڪ ۾
ساهس، ساڃهه، سوجهه آهي،
گل ڳالهوان
ڳاهه گياني آهي؟
اسانجي اهن
آسمان اندر
انادي شڪتين جي اوس ٻوس ڏسي
سورج ۽ ستارن کي

ديوتا سروپ سمجهو
هتن اُليو کي
ساڌارڻ کان علحدو ڪيو
ڪرچ
ويچار خود آهي
اِندري گيان لي آڌارت.
جنن ماڻڪيءَ پنيان مغز ۾
آهي شِو ليتر (لکل آکر)
لئن آهي
درشت لي
اَدرشت جي ڇاپ!
ليڪن
آنويو کان اَکوڙيل
هاٺوکو اِنسان
ڀٽارت جي ڏُن ۾
ويو آهي وانجهي
انتر سوُ جهي کان.
علم جا گنج هوندي به
لڳيٺو
نسورو اَناڙي.
سعد ن من جا طاق بعد
واچ جو ميِن اسپرنگ گم آهي.

نشو جاڳي
من جي ۾ آهي ڪا اوسنا
جتي اظهار جي لب تي
لرزان خيال
دل جي آئيني اندر
آڙيتو
روشنيءَ جي جهلڪ،
مٿس اندر
مهانتا جي سمڪ!
جهوني ٻار جيان
سڄ
خدا حافظي ڪري
رمندو رهيو
قلب اندر
الوداعي ارمان جو
ستل سور
جاڳي آئيو.
سو چيم
هن تاري، هن جاءِ
همت هوم سپرين
پوءِ
ملائم سانس همت

ٻرايم اهار دک
لفظ
نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو
سيدو
سڏ ڪرڻ لڳو
نيڻ مان
موتي ڪريو.

## دفنايل دلبري

مان لڪي گلن ۾ پليس
لڪي ڪنڊن ۾ اٽڪيس،
لڪي چمن کو گل
لڪي ڪيم کو گلي جو هار،
پٽڪيس ٻي باک گلستان ۾،
زندگيءَ جي ٻهروپي شبستان ۾،
ڪنهن باغبان
مونکي پنهنجو نه ڪيو.
شايد
ماڻيم ڪو شوق ذرو
زيب ذيست جي ذوق سندو
قلب ۾ اُمنگ خيما کوڙيا
عجيب روپ رنگ ٻهڪي نڪتا
ڪيم گهٽوئي

ڪناري کان ڪنارو
مگر وهڪرو وهائي نه ويو.
ڇوڙيم
آڪاس ۾ ٻرقي هوائون
خوش فهميءَ جون فريبي تمنائون
مگر منهنجو اسپوٽڪ منگل تي نه رسيو
ڪي گز چڙهي وڃي اوجهڙ ۾ ڪريو
هن جڳهه ۾ اچي
جڳهه جو چاهڪ ٻٽيس
هائي ها
چاهڪ ٻٽيس
ور نه
ڪو جميٺي ڇو
جيٺي ٿي ڇو
ليڪن
هڇندو ٿي رهيس
جهڇندو ٿي رهيس
ڪنيڙيون کوهي ڪوهي
شهباز نه ٿيس!
هاڻ
هن مٽيءَ جي مٽڪي ۾
چلڪن ٿيون ڇوليون

ڪنهن آڳاٽي پيار جون
دفنايل دلبريءَ
جي لار جون!

## موسم بهار

وري آئي آهي موسم بهار،
اٿي چُم سرخ گل جو رخسار
صبح جي ڳل تي چمڪي ٿو آفتاب،
گل مهر تي خون جو داغ آهي يا چنگار
اٿ، زمين جي زينت سان سرشار ٿيءُ،
زِست جو ذوق ناهي سگهڻو غبار
هن سفيد سِر ۾ هوڪو سوداءَ موجزن،
آک اُڇاتل اُکير سان هئي اشڪ بار
هئي اڪل قلب ۾ سرڪشي سربازي،
آزاد طبع حق پرست جانبازي
پانيم آهي جهان منهنجو ميزبان،
ڪائنات تي وڇايل دستر خوان
ليڪن اسانجي چاهه کي سُرڪ شراب نه ملي،
وئي وئوت وقلندي ساري زندگي
ڪونه ٿيو سَراب مان ڪو سيراب،
اي دوست، جيئڻ خود خواب هو ياد لهول دردناڪ

## ڇوڪري

سرينگر جي ڪچي ڪڪائين جهوپڙيءَ مان،
اَڌ ننگي، اَڻ ڌوتل اَڇوتي جوان ڇوڪري
ڀر واري يوُڪلپٽس جي لامن جهڙيون ڇڳون لڙيل،
وار وکريل سنهي سانوري ڇوڪري
پنهنجي سيني جي سُڊولَ ۽ ڪاري اک سان
ڇليءَ ۾ مڪائيءَ جا سنگ ڪٽي ٿي اڇي
ته پوڙهي پرٿويءَ جي ڇاتيءَ مان ٽج وهڻ ٿي لڳي
آڪاس مان لانگهائو ڪڪر جُهلي ٿو پوي
بوگين ولي موج ۾ اچڻ ٿو لڳي،
ٻلڪ جهرڪ جُهمر ٿو هڻي
آءُ اِها اُره اُپڙيل، ڪاري اَک،
ڇال ڇنگهڙي ڏسي اُفق ڪان ٿو
شل زندگي مون منجهان ناراض نه ٿئي،
۽ جڳ جا مڙئي مٺيا ملن انهيءَ مفلس ڇوڪريءَ کي.

## شانت

شانت ٿيءُ منهنجا من
ساڪي ٻٽجي ڏس
انت نائين
هي کيل
ٿئي جيسين

سمورو سماڄ
حال
انجي هر موڙ تي
وري ٿو
نئون ورق
اُپري ٿو
نئون امڪان
ڪير ڄاڻي
ڪهڙي ٿيندس
انت!

—o—

زندگي آهي سراپ سراپ
عرش ۽ فرش اُداس
سدائين سڀ سوريءَ چڙهيو.

—o—

زماني دم گهٽيو
ليڪن
نہ اڪ ڪلي پنهنجي
دنيا کان الڳ،
ڪجهہ عجب
آھ زندگي پنهنجي!

— سماڄ —

# غلطنامو

| صفحو | سٽ | درستي |
|---|---|---|
| ٥ | ٢ | ڏهڙو |
| ٨ | ٢ | ڪاما |
| ٩ | ١٥ | عظمت |
| ١١ | ٢١ | سبحان |
| ١١ | ٣ | آفشان |
| ١١ | ٢١ | اڄ اَجايل |
| ١١ | ١٦ | ڏو لاڏر |
| ١٢ | ١٢ | خوبرو |
| ١٦ | ١٩ | پڙهه |
| ١٨ | ١٦ | نظريم |
| ١٩ | ١٨ | سواس |
| ٢٢ | ١٠ | ٽارڪا |
| ٣٤ | ٢ | ٻ |
| ٣٦ | ٣ | ساٿي |
| ٥٣ | ٩ | اڪال |
| ٥٣ | ١٢ | سچ |
| ٥٦ | ٨ | قسڪندو |
| ٥٤ | ١٢ | بارور |
| ٥٥ | ٦ | ٻٽين |
| ٥٨ | ٣ | جنهنجي |

| صفحو | سٽ | درستي |
|---|---|---|
| ٦٤ | ٧ | سبزه زار |
| ١٤ | ٨ | لاله |
| ٦٧ | ١٦ | اڦرڪن |
| ٦٩ | ١ | ڪي |
| ٦٩ | ١٧ | ذليل آهي |
| ٧٣ | ٤ | ڪريم |
| ٧٦ | ١٥ | ٥ استثنا |
| ٧٨ | ١١ | لازوال |
| ٧٩ | ١٩ | مستڪ |
| ٦٩ | ٢٠ | هاسڪ |
| ٨٤ | ١ | پراڻ ٻڪي |
| ٨٨ | ٦ | ماٺڇپي |
| ٨٩ | ١٢ | ڪي |
| ٨٩ | ١٣ | لقا |
| ٩٠ | ١١ | سچ |
| ٩٥ | ١٠ | "من" ڪلهو |
| ٩٧ | ٩ | بوفائي |
| ٩٨ | ١٩ | سيبائٽي |
| ١١٢ | ١٠ | ناز |
| ١١٥ | ٨ | جهور ٽي |
| ١١٨ | ٤ | ملي |

| صفحو | سٽ | درستي |
|---|---|---|
| ۱۲۳ | ۷ | لڳائي |
| ۱۳۳ | ۱۷ | نواس |
| ۱۳۷ | ۱۹ | ڇمي |
| ۱۴۲ | ۱۴ | آزار |
| ۱۴۷ | ۱۸ | واسن |
| ۱۵۰ | ۱۵ | غلاظت |
| ۱۵۵ | ۸ کان ۱۴ | لائين آهي آهي |
| ۱۵۵ | ۱۷ | جرائي |
| ۱۵۶ | ۲ | سُوور |
| ۱۵۷ | ۹ | سسندو |
| ۱۵۸ | ۲ | 1970 بنگلاديش |
| ۱۵۸ | ۱۱ | بنگ |
| ۱۵۹ | ۱۴ | ڦهلجي |
| ۱۶۰ | ۱ | رؤشن |
| ۱۶۰ | ۳ | رعنائي |
| ۱۶۰ | ۶ | ون |
| ۱۶۰ | ۷ | ڪرميٽوريم |
| ۱۶۳ | ۴ | هيءَ هير |
| ۱۶۳ | ۲۲ | نج |
| ۱۶۶ | ۳ | جيءَ |
| ۱۶۶ | ۱۲ | لصور ـ لري |
| ۱۶۷ | ۱۲ | ميٽيارا لاجيڪل |
| ۱۷۱ | ۸ | هِير |
| ۱۷۲ | ۴ | جڙ جي |
| ۱۷۲ | ۱۶ | وروڌن |
| ۱۷۲ | ۱۸ | آهن ڏ ن |
| ۱۷۳ | ۲ | هر ماڳ |
| ۱۷۳ | ۱۰ | ڇٽيم |
| ۱۷۸ | ۵ | جي آيا نه |
| ۱۷۹ | ۲۱ | وجهي |
| ۱۸۰ | ۵ | خاڪستر |
| ۱۸۰ | ۱۷ | من |
| ۱۸۳ | منڍ | آڳاٽو ڪيڏي ڇڏيو |
| ۱۸۶ | ۱۰ | سرود |
| ۱۹۳ | ۱۰ | آهاءِ |
| ۱۹۴ | ۱۶ | وانجهجي |
| ۱۹۵ | ۱۰ | هيبتنگ مستل سوڙ |
| ۱۹۷ | ۶ | اسپوٽنڪ |
| ۱۹۸ | ۱۰ | زيست |
| ۲۰۰ | ۱۳ | ڇڙهيو |
| ۲۰۰ | ۱۸ | عجيب |
| ۲۰۰ | ۱۹ | آهه |

